ماهوار

# سُهڻي

نومبر ۱۹۷۲ع

سنڌ جيئي
سدا جيئي
اَمرُ جيئي
جيئي جيئي
چون جيئي
پلي جيئي
سدا جيئي - جيئي جيئي جيئي

- امداد حسيني





ماهوار

# سُهڻي

نومبر ١٩٧٢ع

سنڌ جيئي
سدا جيئي
اَمر جيئي
جيئي جيئي
چوندا جيئي
پلي جيئي
سدا جيئي- جيئي جيئي جيئي

- امداد حسيني



اج جي سڀ کان مقبول ڪهاڻيڪار

# امر جليل

جي ڪهاڻين جا ٻه نوان مجموعا

## موت منهنجو مهمان

اُچو پنو، سهڻو گيٽ اپ

ڇپائيندڙ:

موهن جو دڙو پبليڪيشن،
ڪراچي، سنڌ

## مٽيءَ جا ماڌو

اُچو پنو، سهڻو گيٽ اپ

ڇپائيندڙ:

سوجهرو پبليڪيشن،
ڪراچي، سنڌ

---

جنوري ٧٣ع سان 'سهڻيءَ' جو چوٿون سال شروع ٿئي ٿو. انهيءَ کان اڳ چار سال، سهڻي، ڪتابي سلسلي جي صورت ۾ نڪتي آهي.

**جنوري ٧٣ع ۾**

ماهوار

# سُهڻي

جو **خاص نمبر** پيش ڪيو

اِهو خاص نمبر ٻن حصن تي مشتمل هوندو:
پهرين حصي ۾ سنڌ جي برک ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون، شعر ۽ مضمون شامل هوندا. ٻئي حصي ۾ دنيا جي ٻين زبانن جون روماني، ڀوائتيون، جاسوسي، خوفناڪ، معمائي ۽ مشهور ڪهاڻيون، عام معلومات، ڪارٽون ۽ دلچسپ خبرون شامل هونديون. سهڻيءَ جو ٻيو حصو فوٽو آفسيٽ تي ڇپيل هوندو.

سهڻيءَ جي خريدارن کي پهريون حصو سندن چندي ۾ موڪلبو. ٻئي حصي لاءِ الڳ قيمت موڪلڻي پوندي.
پنهنجو جلد آرڊر بڪ ڪرايو.

**ماهوار سهڻي**

**الهندو ڪڇو، حيدرآباد، سنڌ**

معياري ادب پيش ڪندڙ

ماهوار

# سُهڻي

ڊسمبر — ١٩٧٢ع

سال: ٣ نمبر: ١١

ايڊيٽر
طارق اشرف



قيمت: ٢—٠٠ سال لاء: ٢٠—٠٠


سوڍي پبلشرس
الهندو ڪڇو
حيدرآباد، سنڌ.

SOHNI PUBLISHERS
F/45-750 WEST KUTCHA
HYDERABAD, SIND.

# ترتيب



(سيئي حق ۽ واسطا قائم)

---

سيد سليم شاه قادري، شاهد پرنٽرز، صدر حيدرآباد سنڌ، مان ڇپرايو.

# پنهنجي طرفان ....

## سنڌي سرويچن جو عزم

▲ سهڻيءَ جي گذريل پرچي ۾ مون لکيو هو: ’اسانکي معتبر ذريعن مان پتو پيو آهي ته سهڻيءَ تي تمام جلد پابندي وڌي ويندي هيءَ خبر پڙهي سنڌ جي سرويچن ۾ هلچل مچي ويئي، انهن ايترا خط لکيا، جو سهڻيءَ جي تاريخ ۾ ايترا خط ڪڏهن نه آيا آهن. انهن سرويچن نه فقط حڪومت جي انهيءَ ڪچڙي قدم جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي آهي، بلڪ منهنجي همت افزائي پڻ ڪئي اٿن، ۽ پوريءَ طرح يقين ڏياريو اٿن، ته جيڪڏهن سهڻيءَ تي پابندي وڌي وئي ته هو خاموش نه ويهندا. اُهو دؤر بيو هو، جڏهن ’روح رهاڻ‘ تي پابندي وڌي ويئي ۽ سنڌي عوام خاموش رهيو. هاڻ سنڌي قوم سجاڳ آهي، هاڻ اِها قوم خاموش نه ويهندي. انهن سوين-سرويچن اهو به يقين ڏياريو آهي، ته جيڪڏهن سهڻيءَ تي پابندي وڌي ويئي، ۽ مون بک هڙتال ڪئي، يا مونکي جيل ۾ وڌو ويو، ته اڪيلو مان نه هوندس، پر مون سان سهڻيءَ جا پڙهندڙ ۽ محب وطن سنڌي هزارن جي تعداد ۾ هوندا. سچ پچ ته منهنجو اِهو فڪر گهڻي حد تائين لهي ويو آهي، ته سنڌي قوم اڄا پوريءَ ريت سجاڳ ڪانهي، ۽ جيڪڏهن سنڌي رسالن تي پابندي وڌي ويئي، ته شايد سنڌي قوم وري به ننڊ ۾ پيئي رهي. پر سنڌي جوڌن جي يقين ڏيارڻ تي هاڻ مان پُر اميد آهيان. مونکي يقين آهي ته سنڌي نوجوانن جنهن عزم جو اظهار ڪيو آهي، اُهي توڙ به نبهائيندا. هاڻ پيل سهڻيءَ تي پابندي وجهي ڏسن، پيل مونکي جيل ۾ اماڻين. مون سان عوام جو سات آهي، جنهن سان عوام گڏ هوندو، انهيءَ کي نڪي لهر نڪو لوڏو.

▲ مون سهڻيءَ لاءِ لکيو هو ته— سهڻي تي پابندي پوڻ واري آهي. انهيءَ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي. نڪو مون پڙهندڙن کان همدردي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهيءَ ڳالهه ۾ حقيقت آهي. سهڻيءَ تي انڪوائري هلي رهي آهي. سهڻيءَ جا ايڊيٽوريل، جنجي

لاءِ پڙهندڙ جو رايو آهي ته اهو حق جو آواز آهي. اِهو حق جو آواز ئي کين ڏکيو لڳو آهي. انهيءَ حق جي آوازتي ئي پارٽ پريو آهي، انهيءَ حق جي آواز تي ئي مٺيان لڳي آهي. هاڻ وڏي پئيماني تي انڪوائري ٿئي پئي، سهڻيءَ جي خلاف سي- آءِ- ڊي آفيس ۾ رپورٽون لکجن پيون. نٿو چئي سگهجي ته ڪڏهن اوچتو ائڪشن ڪنبو ويندو.

▲ هاڻ ڏسڻو اهو آهي، سنڌي سرويچن، سوڍن ۽ جوڌن جيڪو جوش ۽ ولولو ڏيکاريو آهي، اهي انهيءَ تي ڪيتري حد تائين قائم رهن ٿا. هڪ دفعي انهن حق جي خاطر سختيون سٺيون ۽ ڏاڍ جي آڏو نه جهڪيا، سِرُ بلند رکيائون، ته پوءِ اهو سِرُ هميشه بلند رهندو، ڪير به انهيءَ سِرُ کي جهڪائي نه سگهندو. جيستائين سهڻيءَ جو سوال آهي، اسين حق جو آواز بلند ڪنداسين. چاهي اسانکي ڪيتري به سختي برداشت ڪرڻي پوي. چاهي سهڻيءَ تي پابندي وڌي وڃي، چاهي مونکي جيل ۾ اماڻيو وڃي، مون سچ چيو آهي، ۽ سدائين سچ چئبو. هر انهيءَ ڳالهه تي تنقيد ڪبي، جيڪا غلط هوندي، پوءِ پل ڪنهنکي ڏکي لڳي، يا برداشت نه ٿي سگهي، سچ چوڻ کان ڪو به اسانکي روڪي نٿو سگهي. اسين سنڌ جي مفاد جي خلاف ڪا به ڳالهه برداشت نه ڪنداسين. اسين نه پيپلس پارٽيءَ جا حمائتي آهيون، نه نعپ جا چاڙتا، نه ڪنهن اسلام پسند جماعت جا پٺ ئوڪيا. اسان نه ڪڏهن اردو بازن جو ساٿ ڏنو آهي، نه ئي پنجاب جي سامراجين ۽ سازشين جو. اسانجي ڪلي سياست آهي، اسانجي سياست سنڌ آهي، اسانجي سياست جيئي سنڌ، اسانجي سياست آمر سنڌ آهي. جيڪو به سنڌ جو حامي آهي، جيڪو سنڌ جي مفاد جو حامي آهي، جيڪو به اِهو چوي ته سنڌ سان ظلم ٿيو آهي، ڪيس انهيءَ جو حق ملڻ گهرجي، اُهو اسانجو دوست آهي، انهيءَ جو ساٿ اسين ڏينداسين، سنڌ لاءِ هر سختي برداشت ڪرڻ جي اسان ۾ همٿ ۽ حوصلو آهي، وقت آيو ته ثابت ڪري ڏيکاربو.

## موجوده حڪومت جا دشمن

▲ هر حڪومت ۾، ڪي حڪومت جا دوست هوندا آهن، ۽ ڪي دشمن. پر ڪي اهڙا به هوندا آهن، جيڪي دراصل هوندا دشمن

آهن، پر پاڻکي دوست ظاهر ڪندا آهن، پوءِ حڪومت ۾ شامل ٿي، اُهي حڪومت جا اندران ئي اندران ترا ڪيندا آهن. موجوده حڪومت ۾ به اهڙن ماڻهن جي کوٽ ڪانهي. اُهي ماڻهو جيڪي سوشلزم توڙي پٽي جا خلاف هئا، اُهي موقعي مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ سوشلزم جي جهنڊي هيٺ اچي مڙيا آهن. گهڻا اهڙا به هئا، جيڪي اسلام جي نالي ۾ اليڪشن ۾ پنهنجي ضمانت به ضبط ڪرائي ويهن ها، اُهي به سوشلزم جو نعرو هڻي، کٽي ويا، پر پوءِ پنهنجي اصليت تي موٽي آيا. اهڙا ڪيئي مثال آهن. پنجاب مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر راءِ خورشيدعلي مودودي جماعت جو هو، پر پوءِ مودودي جماعت جي مقبوليت ڇاڻي، پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. پر اليڪشن کٽڻ کانپوءِ اصليت ظاهر ٿي پئي. هن شخص هر انهيءَ ڳالهه جي مخالفت ڪئي، جنهنجي مودودي جماعت مخالفت ڪئي. شملا ٺاهه، جيڪو برصغير جي امن لاءِ نهايت ضروري آهي، پر مودودي جماعت انهيءَ ٺاهه جي مخالفت ڪئي، ۽ راءُ خورشيد علي قومي اسيمبلي ۾ انهنجي پٺ پراڻي ڪئي. پر ڳالهه فقط راءُ خورشيد علي جي ڪانهي، اهڙا ته ڪيئين آهن. محمود علي قصوري اُهو شخص آهي، جيڪو ڪڏهن به اليڪشن ۾ نه کٽي سگهيو آهي، پر وقت جي نزاڪت کي سمجهي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. چاڪاڻ ته هنکي جيڪي ڪم ڪرڻا هئا، اُهي ڪم حڪمران پارٽيءَ ۾ رهي ڪري سگهيو ٿي. اِهو، اُهو ساڳيو شخص آهي، جنهن ون يونٽ ڊهڻ کانپوءِ صوبن جي سب- فيڊريشن ٺاهڻ تي زور پريو هو، ۽ انهيءَ جو زبردست حامي هو. انهيءَ شخص سنڌو دريا تي 'پنجاب جي حق' جي دعوا ڪئي هئي. جنهن وقت هيءُ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو هو، انهيءَ وقت سنڌي عوام ۾ سخت ناراضگي ڦهلجي ويئي هئي، صدر ڀٽو به انهيءَ حقيقت کان بيخبر نه هو، پر انهيءَ هوندي به هن شخص کي ڪنبائين، ۽ نتيجو به ڏٺائين. معراج محمد خان اُهو شخص آهي، جنهن عين اليڪشن جي ڏينهن ۾ اليڪشن ۾ بيهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سندس انهيءَ رويي ڪري، پارٽيءَ کي ڇيهو رسيو ۽ پٺي پاسي، پارٽي هڪ سيٽ به ڪراچيءَ مان وڃائي. انهيءَ وقت ئي پٽي صاحب کي سمجهي وڃڻ گهرجي ها، ته

هيءَ شخص سندس سات نہ ڏيندو. پارٽيءَ ۾ اڃا بہ ڪيترا اهڙا ماڻهو موجود آهن، جيڪي در حقيقت موجوده حڪومت جا سڄڻ ڪونهن. اُهي وقتي طور، پنهنجي مفاد خاطر حڪومت ۾ شامل آهن، پر جڏهن بہ موقعو ملندو موجوده حڪومت کي ڏنگيندا. موجود حڪومت ۾ اهڙن ماڻهن جي بہ کوٽ ڪانهي، جيڪي سنڌ جي خلاف ڪم ڪندا رهيا آهن ، ٿي سگهي ٿو تہ اسانجو اندازو غلط هجي، پر جيڪڏهن ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ جي- آي- رحيم بہ پيپلس پارٽيءَ کان الڳ ٿي ويو، تہ اسانکي ڪو بہ تعجب نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ هن شخص بہ اهڙا ڪم ڪيا آهن ، جيڪي پارٽيءَ جي مفاد جي خلاف آهن. سنڌي ٻوليءَ جي مسئلي تي هن شخص کُلي طرح سنڌيءَ ٻوليءَ جي مخالفت ڪئي هئي. جيڪو شخص کليءَ طرح ايڏي مخالفت ڪري سگهي ٿو، اُهو اندران ڇا نٿو ڪري سگهي. در محمد اوستو بہ انهن ماڻهن مان آهي، جنهنکي مودودي پارٽيءَ جي حمايت حاصل رهي آهي. دريا خان کوسي جي بد قسمتيءَ سان هيءُ شخص وزير ٿي ويو، پر هنجي وفاداري مودودي جماعت سان آهي يا پيپلز پارٽيءَ سان، سو وقت ٻڌائيندو .

▲ صدر ڀٽو اهڙو شخص ڪونهي، جنهنکي انهن ڳالهين جي ڄاڻ ڪانهي. حقيقت اها آهي تہ جڏهن ايوب سان مقابلو هو، تڏهن جيڪو اڳيان آيو ٿي، ڀٽي انهيءَ کي ساڻ ٿي کنيو تہ جيئن سندس طاقت وڌي. اهڙيءَ ريت طاقت تہ وڌي، آمر کي تہ ڌانو ويو. پر گهڻا 'عوام دشمن' انهيءَ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويا، جيڪي نہ عوام جا دوست هئا، نہ هن پارٽيءَ جا سڄڻ. ڀٽي صاحب کي گهرجي، هاڻ بہ وقت آهي، تہ اهڙن ماڻهن کي ڳولي ڳولي پارٽيءَ کان الڳ ڪري، نہ تہ، اهي شخص جيترا ڏينهن پارٽيءَ ۾ هوندا، پارٽيءَ کي ۽ عوام جي خلاف سازشون ڪندا رهندا .

▲ اهڙا شخص فقط پارٽي منجهہ ئي ڪونهن، بلڪ هر سرڪاري آفيس ۾ پڻ موجود آهن،جيڪي پوريءَ ريت هن حڪومت کيناڪام ڪرڻ گهرن ٿا . سي- آءِ - ڊي محڪمو انهيءَ ۾ سڀ کان اڳيان آهي. سي-آءِ - ڊي وارا ڪوڙيون خبرون ۽ ڪوڙيون رپورٽون لکي اهڙا

ڪم حڪومت کان ڪرائين پيا، جنهنجي ڪري حڪومت عوام
جي نظر ۾ ڪرندي ٿي وڃي. **سنڌو** ڪتابي سلسلي جو مثال ئي
انهيءَ لاءِ ڪافي آهي. ايوب جي حڪومت ۾ جڏهن مارشل لا هو
۽ هنگامي حالتون ٻه، انهيءَ دؤر ۾ اولهه پاڪستان جي گورنر موسيٰ
خان 'سهڻي' سميت اُن سنڌي ڪتابن تي پابندي وڌي هئي ۽ انهن کي
نوٽيس ڏنو ويو هو ته: آهي پنهنجا ڪتابي سلسلا بند ڪن، ڇاڪاڻ اِهي ته
رسالن وانگر نڪرن پيا، ۽ اِهي، رسالن لاءِ ڊڪلريشن پرين. پر هن
عوامي حڪومت ۾ سنڌو ڪتابي سلسلي کي بجاءِ نوٽيس ڏيڻ جي،
سنڌس ڪيندڙ پيربخش خاصخيليءَ کي گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪيس پنج هزار
رپين جي ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. ۽ اها ضمانت به ڏاڍي مشڪل
سان ٿي، واسطيدار آفيسر بنا خرچيءَ جي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو. پر
ٻئي پاسي اسانجو ۽ پير بخش جو اهو فيصلو هو، ته اسانجو مقصد
نيڪ آهي. اسين ٻوليءَ جي خدمت ڪري رهيا آهيون. اسين اصولي
طور رشوت جي خلاف آهيون، رشوت نه ڏينداسين. ۽ مَس مَس
پير بخش جي ضمانت ٿي سگهي. ۽ پڙهندڙ کي اهو ٻڌي افسوس
ٿيندو، ته خرچي گهرڻ وارو به ڪو ٻيو نه، بلڪ سنڌي عملدار هو.
ظاهر آهي ته صدر ڀٽي يا ممتاز ڀٽي ڪونه چيو هوندو ته انهي ذرڙي
ڳالهه تي سنڌو ڪتابي سلسلي جي ڪيندڙ کي گرفتار ڪيو وڃي،
جنهن حالت ۾ آمرن جي حڪومت ۾ به فقط نوٽيس ڏنو ويو هو.
پر بيورو ڪرسيءَ جا اهي ناسور اهڙا ڪم ڪري موجوده حڪومت
کي بدنام ڪن پيا.

▲ موجوده حڪومت سوشلسٽ پاليسيءَ رکندڙ آهي. پر ريڊيو
پاڪستان اهڙو رويو اختيار ڪيو آهي، جنهن مان ظاهر ائين ٿو ٿئي
ته اها حڪومت سامراجين جي پٺو آهي، اتر ويٽنام هڪ سوشلسٽ
ملڪ آهي. پر ريڊيو پاڪستان جڏهن به خبرون ٻڌائيندو آهي،
هنجي همدردي ڏکڻ ويٽنام سان ظاهر پئي ٿيندي آهي. ريڊيو
پاڪستان جي خبرون ٻڌڻ سان ائين پيو محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ
ته اسين وائس آف آمريڪا پيا ٻڌون. ريڊيو پاڪستان هميشه آمريڪا
وانگر اڳ ۾ ڏکڻ ويٽنام جي فتح جا فرضي قصا ٻڌائيندو ۽ ٻوءِ

اتر ويٽنام لاءِ چوندو: 'بقول اتر ويٽنام جي' چئو ته ريڊيو پاڪستان کي ڏکڻ ويٽنام جي پڌائيل خبرن تي ته يقين آهي، پر اتر ويٽنام جي خبرن تي شڪ آهي. تازو پاڪستان ۾ آمريڪي فلم 'چي'(Che) هلي هئي، جيڪا مشهور سوشلسٽ اڳواڻ چي گئوريا جي زندگي تي ٺهيل هئي. در اصل اها فلم آمريڪا جي پروپيگنڊا فلم هئي، انهيءَ فلم ۾ 'چي' جهڙي مرد مجاهد کي چور ۽ ڦورو ڏيکاريو ويو آهي، اهڙيءَ ريت ڪيوبا جي 'فيدل ڪاسترو' کي مسخرو. ڪوبه سوشلسٽ ملڪ اها فلم پنهنجي ملڪ ۾ نه هلڻ ڏيندو، جنهن ۾ سوشلسٽن جي ايتري بيعزتي ڪئي وئي آهي. پر پاڪستان ۾ سينسر بورڊ وارن اهڙي فلم هلڻ جي اجازت ڏني، ته جيئن سوشلسٽن جي خلاف ماڻهن ۾ تبليغ ٿي سگهي. حڪومت ڪندڙن جماعت جو سربراهه ياڪجهه ٻيا عهديدار يا ڪارڪن ته سوشلسٽ ٿي سگهن ٿا، پر سرڪاري کاتن ۾ گهڻائي اينٽي سوشلسٽن جي آهي، جيڪي موجوده حڪومت جي پروگرامن کي عملي جامو پارائڻ ۾ رڪاوٽون پيدا پيا ڪن، ۽ غلط ڪم ڪري حڪومت کي بدنام ڪن پيا.

## اسلام پسند پارٽيون ۽ سنڌ دشمن سازشون

▲ مودودي جماعت، پي-ڊي-پي، ڪائونسل مسلم ليگ، جمعيت علماء پاڪستان — اهي سڀئي اسلام پسند آهن. درحقيقت انهن پارٽين تي اِهو الزام آهي ته اِهي 'اسلام پسند' آهن، حالانڪ اهي 'اسلام دشمن' آهن. چاڪاڻ ته جيڪڏهن اهي پارٽيون اسلام کي پسند ڪنديون هجن ها، ته گهٽ ۾ گهٽ اُهي ڪم نه ڪن ها، جيڪي اسلام ڪرڻ کان منع ٿو ڪري. هڪڙي پاسي اهي اسلام دشمن آهن ته ٻئي پاسي 'عوام دشمن' آهن. اهي هر اُهو ڪم ڪنديون آهن، جنهن مان اسلام کي نقصان پهچي، اسلام بدنام ٿئي، ۽ عوام ڏچي ۾ اچي. عوام به انهنجي انهيءَ 'عوام دشمن پاليسي' کان اڻ واقف ڪونهي، انهيءَ جو ثبوت، هن ڳالهه مان ئي ملي ٿو، جو اسلام پسندن جون نام نهاد وڏيون ۽ مشهور پارٽيون پي-ڊي-پي ۽ جماعت اسلامي هر هڪ سڄي پاڪستان ۾ هڪ، ۽ چار سيٽون کٽيون. پوين جماعت جو هڪڙو ميمبر ته قتل ٿي ويو، جنهنکي جماعت

وارن شهيدن جي لقب سان نوازيو، جن الله جي راھ ۾ بهادريءَ سان وڙهندي راھ رباني ورتائين.

▲ ڀولي واري فساد کانپوءِ انهن نئون فساد کنڊ کوٽ ۾ ڪرايو. کنڊ کوٽ ۾ انهن اسلام پسندن جيڪو ڪجھ ڪيو، بهتر تہ اهو هو جو انهن کي ٻڌي مرڻ گهرجي ها، پر اِهي نڪَ جا ڏاڍا، انهيءَ تي بس نہ ڪري ويٺا. ڪجھ وقت کان انهن جي اخبارن جي هاءِ واءِيلا لڳي پئي آهي تہ ٽر مان ٻي گهر ٽيل هندو، جيڪي هن وقت پارٽي علائقي ۾ آهن، يا انهيءَ علاقي ۾ آهن، جن تي پارٽ جو قبضو آهي، اُهي هندو سنڌ ۾ واپس نہ اچن. ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ وڏو تعداد اهڙن هندن جو هوندو، جيڪي پارٽي فوج جا تربيت يافتہ هو ندا .

▲ اِها سچي اسلام پسندن جي سازش آهي، اِهي فقط سنڌي هندوئن جي اچڻ جي انهيءَ ڪري مخالفت ڪري رهيا آهن، جو اُهي سنڌي آهن. انهنجي اچڻ سان سنڌين جو تعداد وڌندو، طاقت وڌندي. هڪ پاسي تہ اسلام پسند پارٽيون انهيءَ ڳالھ جي مخالفت ڪن پيون تہ جنگ ۾ .تاثر ٽيل سنڌي هندو موٽي پنهنجي وطن سنڌ ۾ نہ اچن ، ٻئي پاسي سنڌ جي ننڍين ڳوٺن ۾، جتي هندوئن جي اڪثريت آهي ، اتي اهڙا حالات پيدا ڪن پيون، جنجي ڪري مجبور ٿي هندو لڏي، سنڌ ڇڏي وڃن، تہ جيئن سنڌن واپار ۽ جاين تي اردوباز قبضو ڪري سگهن، ۽ ٻهارين کي آباد ڪرڻ ۾ سولائي ٿي سگهي. اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ سنڌين جو زور گهٽجي ويندو ۽ اردوباز اڪثريت ۾ ٿي ويندا. ۽ پوءِ سنڌ ڦري نام نهاد باب‌الاسلام ٿي سگهندو. انهن اسلام پسندن وڏا وڏا پوسٽر ڇپيا آهن جيڪي سخت اشتعال ڏياريندڙ آهن، ۽ انهن ۾ ظاهر ظهور سنڌي هندوئن کي ڌمڪي ڏني وئي آهي تہ اُهي سنڌ مان نڪري وڃن. نہ تہ هتي سنڌن جيئرو رهڻ مشڪل آهي.

▲ ڇا حڪومت کان اهي سڀ ڳالهيون ڳجهيون آهن؟ حڪومت انهيءَ جي خلاف ڪهڙو قدم کنيو آهي؟ اسين تہ سچ لکون، يا حڪومت تي جائز تنقيد ڪريون تہ اسانتي ڪاتَ ڪهاڙا کڄيو وڃن، يڪدم اسانجي خلاف انڪوائري شروع ٿيو وڃي. پر اهي عوام دشمن، اسلام

دشمن، سنڌ دشمن، پاڪستان دشمن- انهنجي خلاف حڪومت ڇو قدم نٿي کڻي، ڇا فقط حق جي آواز کي دٻايو ويندو؟

## اسلام پسند پارٽيون ۽ اقليت

▲ مودودي جماعت جا ٻه نعرا سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾، پٿين تي لکيل آهن. هڪڙو نعرو آهي- اسلام اقليت جو محافظ آهي. ٻيو نعرو آهي- هندو غدار نه کپن. مودودي جماعت جي انهن نعرن ۾ جيڪو تضاد آهي، اسانکي انهيءَ تي ڪو تعجب ڪونهي. اها جماعت سدائين کان اهڙيون ڦڙتيون گهڙتيون ڪائيندي رهي آهي. پر جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، مودودي جماعت، سندس ڇاڙتا ۽ اردوبازن اها سازش سٽي آهي، ته سنڌ جي هندوئن ۾ خوف ۽ هراس ڦهلائجي، کين بدنام ڪجي، ۽ هر اهو طريقو اپنائجي، جنهن سان هو خوف-زده ٿي، سنڌ ڇڏي وڃن. ڪجهه وقت کان مودودي جماعت جون اخبارون ۽ ٻيون اردوباز اخبارون باقاعدگيءَ سان خبرن جي هڪ مهم هلائيندڙ پيون، ته سنڌي هندو جيڪي ٻه ميڊيڪل ڊاڪٽر جي ڊگري وٺن ٿا، اهي ڀارت ڀڄيو وڃن. مودودي جماعت ۽ اردوباز اخبارن انهيءَ ڳالهه جي ايڏي ته پبلسٽي ڪئي، جو پيپلس پارٽيءَ جي سنڌ جي وزير عبدالوحيد ڪٽپر به مودودي پارٽيءَ وارو بيان ڏئي ڇڏيو، ته: چاليهه هندو ڊاڪٽر سنڌ مان پڙهي هندستان ڀڄي ويا آهن. ڪٽپر صاحب حقيقت جو ڪوبه جائزو نه ورتو، بلڪ مودودي جماعت جي پروپئگنڊا ۽ اردوباز اخبارن جي خبرن جي آڌار تي اهڙو غير ذميدارانه بيان ڏئي ڇڏيو. غير ذميدارانه انهي ڪري چوڻ ٿا، ته حقيقت انهيءَ جي بلڪ ابتڙ آهي. سنڌي هندو ڊاڪٽر تمام گهٽ تعداد ۾ ڀارت ويا آهن، انهيءَ جي مقابلي ۾ مسلمان ڊاڪٽر خاص ڪري غير سنڌي تمام گهڻا، عرب ملڪن، يورپ ۽ آمريڪا هليا ويا آهن. پرحڪومت، جماعت ۽ اردوبازن اخبارن جي غلط پروپئگنڊا کان متاثر ٿي، سنڌي هندوئن لاءِ ڪوٽا مقرر ڪري ڇڏي آهي، ۽ اِها ڪوٽا ٻڌجي ٿي ته لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ ڊوميڊيڪل ڪاليج ۾ فقط، پنج، پنج سيٽون آهن.

▲ اهو سراسر ظلم آهي، نا انصافي آهي، حق تلفي آهي. موجوده حڪومت

'عوامي حڪومت' تي سڏائي، تہ پوءِ اهڙو ناحق ڇو ٿو ڪيو وڃي. پوءِ هن حڪومت يا مودودي جماعت جي حڪومت ۾ ڪهڙو فرق رهيو. جماعت جو مقصد هو تہ هندوئن کي بدنام ڪجي تہ جيئن هندوئن کي گهٽ سيٽون ملن ۽ اهي سيٽون بہ اردو باز حاصل ڪري سگهن. ٻئي پاسي، هندو شاگرد ڊاڪٽريءَ جي تعليم حاصل نہ ڪري سگهندا تہ سنڌ ڇڏي، ڀارت لڏي ويندا. ۽ جيڪڏهن هتان هندوئن لڏڻ شروع ڪيو ۽ ڀارت ويا تہ، ڀارت ۾ مسلمانن کي ڪيڏبو، اسلام وري خطري ۾ اچي ويندو، وري ڀارت جا مسلمان سنڌ ۾ ايندا، اردو بازن جي اڪثريت وڌندي. ۽ آهستي آهستي سنڌ کي نام نهاد باب الاسلام بنائڻ جو منصوبو پايہ تڪميل تائين پهچائبو.

▲ مودودي پارٽيءَ اردوباز اخبار تي اسانکي افسوس ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ اهي هميشہ اهڙيون سازشون ڪندا رهندا آهن، پر پيپلس پارٽيءَ جو هڪڙو ذميوار عهديدار کٽپر جڏهن مودودي پارٽيءَ واري ڳالهہ ڪري ٿو، تڏهن افسوس ٿئي ٿو. کٽپر صاحب کي شايد خبر نہ آهي تہ ١٩٥٩ع کان ١٩٧١ع تائين پياسي (٨٢) سنڌي هندوئن ڊاڪٽر جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. ۽ ١٩٥٦ع کان آڪٽوبر ١٩٧٢ع تائين ٨٢ ڊاڪٽرن ۾ فقط اٺ (٨) هندو ڊاڪٽر ڀارت ويا آهن، جن ۾ چار ڊاڪٽر اهڙا آهن، جيڪي جنگ جي ڪري ڀارت رهجي ويا، جنجا نالا آهن – سِسل ڀال نانجو مل، امبا رام رامچند، راجا رام لالچي ۽ وجيہ سنگهہ. چار هندو ڊاڪٽر اهڙا آهن، جيڪي ڀارت مئگريٽ ڪري ويا، جنجا نالا آهن – اشوڪ ڪمار خوشحال داس، نند لال شيوا رام، مينگو ڪيٽل مل ڪوڪرا ۽ گهنشام آسو مل. انهيءَ کان علاوه هڪڙو هندو ڊاڪٽر ڪيشو داس تلسيداس آمريڪا ويو آهي ۽ ڇهہ هندو ڊاڪٽر برطانيہ ويا آهن، جنجا نالا هي آهن – اوم پرڪاش نندي رام، چندر ڏانو مل نوتاڻي، پشپا مينا رام رانگواڻي، ليکراج ڀال ڪرشن، ليلا رام پناه لال ۽ منوهر مينارام رانگواڻي ۽ انهيءَ کان علاوه هڪڙو ڊاڪٽر راڻا چمپا رام راٺور سعودي عربيا ويو آهي. پندرنهن ڊاڪٽر هن فقط L.M.C ۾ آهن، بہ ڊاڪٽر ڊوميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ ۾ آهن، چار پاڪستان ۾ بيڪار ويٺا

آهن، هڪڙو گذاري ويو باقي سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آهن.

▲ ڪيڏي نه افسوس جي ڳالهه آهي جو فقط اٺ سنڌي هندو ڊاڪٽر پارٽ ويا آهن، ته ايڏو گوڙ گهمسان مچي ويو، جو موجوده حڪومت جي وزير به انهيءَ جي خلاف بيان ڏنو، بلڪ انهيءَ غلط پروپئگنڊا جي آڌار تي اقليتن جون سيٽون به گهٽائي ڇڏيون، هاڻ انهن پنجن سيٽن کان علاوه ٻيا هندو ڪيڏانهن وڃن؟ پٺي پاسي ڪٿپر صاحب کي اها خبر ئي ڪانهي ته ڪيترا مسلمان خاص ڪري اردو باز ڊاڪٽر هتان پڙهي، وظيفا وٺي، ٻين ملڪن ۾ ويا هليا آهن، جيڪڏهن انهن جو تعداد ڳڻائجي ته سنڌي هندو ڊاڪٽرن کان ويهوڻون مٿي ٿيندو. ۽ اسين حڪومت کان اهو مطالبو ٿا ڪريون ته مهرباني ڪري هندوئن لاءِ ڪوٽا سسٽم وارو طريقو بند ڪري، سڌي سئين چونڊ وارو طريقو رائج رکن، ۽ انهن تي سخت قدم کنيو وڃي، جيڪي اهڙي غلط پروپئگنڊا ڪن پيا.

▲ مودودي جماعت جيڪا سنڌي هندوئن جي خلاف مهم هلائي آهي، اُها ايتري ته ڪارگر ثابت ٿي آهي، ته موجوده حڪومت به اُهي ساڳيا ڪم ڪري پئي، جيڪا مودودي پارٽي يا اردو باز چاهين ٿا. جنگ جي ڏينهن ۾ ٿر مان سرڪاري آفيسن ۽ اسڪولن ۾ هندو ملازمن کي اتان ڪڍي، سنڌ جي دور دراز علائقن ۾ موڪليو ويو. انهيءَ پاسي جي ماڻهن ۾ گهڻي ڀاڱي ننڍين نوڪرين وارا هئا، جنکي پنهنجي ڳوٺان ڪڍي، پري جي علائقن ۾ موڪلڻ ڪري، اُهي سخت مصيبت ۾ ڦاسي پيا، ڪجهه ڏينهن اڳ حڪومت اهڙن ملازمن کي ٻيهر پنهنجي ڳوٺن ۾ واپس موڪلڻ جو آرڊر ڪيو، پر اسڪولي ماسترن جو آرڊر ڪجهه ڏينهن کانپوءِ وري ڪينسل ٿي ويو. ماسترن کي اڳ ئي پگهار ٿورو ملي، وري پنهنجن ڳوٺن کان سوين، هزارين ميل پري، جهنگ جر ۾ پيا آهن، انهن لاءِ گذر سفر ته پري رهيو، پر زنده رهڻ به مشڪل ٿي پيو آهي. اسين حڪومت کي گذارش ٿا ڪريون، ته سنڌي هندو ماسترن کي يڪدم پنهنجن ڳوٺن ۾، جتي اُهي نوڪرين ۾ هئا، واپس موڪلين.

## نعپ

▲ هاڻ اها ڳالهه کلي طرح ظاهر ٿي وئي آهي، ته اسلام پسند ڪان به ويل ڪا پارٽي آهي، ته اها نيشنل عوامي پارٽي آهي. نعپ اُها پارٽي آهي، جيڪا پنهنجي منشور تان بلڪل ڦري ويئي آهي. سندن منشور ۾ هو ته هرصوبي جي اصلي زبان ئي قومي زبان ۽ سرڪاري ٿيندي، پر انهن اردوءَ کي سرحد ۽ بلوچستان ۾ سرڪاري زبان ڪيو. انهنجي منشور ۾ هو ته سندن حڪومت سيڪيولرازم هوندي، پر اِهي مفتي محمود کي خوش ڪرڻ لاءِ اسلام پسند بڻجي وياء حد ته اِها آهي ته سيڪيولرازم جا وعدا ڪندڙ پارٽيءَ جي گورنر بزنجو ڪوئيٽا جي 'هندو باغ' جو نالو ڦيرائي 'مسلم باغ' رکيو آهي. جڏهن اِهي اهڙا تنگ نظر آهن، جو اڃا هندو- مسلم جي نالن ۾ وچڙيا پيا آهن، ته اِهي سيڪيولرازم تي ڇا عمل ڪندا. انهنجي منشور ۾ هو ته صوبا خود مختيار هوندا، پر اهڙي آئين تي صحيح ڪري آيا، جنهن ۾ صوبن کي گهٽي ۾ پاڳي ڪوبه اختيار ڪونهي. پر اڄ به اها پارٽي سيني ڪان وڏيڪ جمهوريت جو پرچار ۽ عوامي حقن جو پرچار ڪري رهي آهي. هن پارٽيءَ جيترو عوام کي نقصان رسايو آهي، خاص ڪري سنڌ کي، بي ڪابه پارٽي ايترو نقصان نه رسائي سگهي. انهيءَ پارٽيءَ جي ليبدرن، خاص ڪري ولي خان بولي واري معاملي ۾ سنڌين سان سڌي سنئين نه اکيائي ڪئي، ۽ اردو بازن جو طرف ورتائين. جيڪڏهن نعپ سنڌين جو پاسو وٺي ها، ته اسان سان اهڙو ناحق نه ٿئي ها.

▲ نعپ جي سنڌ دشمني انهيءَ ڪان وڏيڪ بي ڪهڙي ڳالهه مان ثابت ٿيندي، جو اها، سنڌ جي دل ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ گهري ٿي. اردوباز انهيءَ سازش ۾ نعپ سان شامل آهن، ۽ افسوس اهو آهي ته اسان سنڌين مان به ڪي اهڙا آهن، جيڪي اڄ به نعپ سان ڪُلهو ڪُلهي سان ملائي بيٺا آهن. هاڻ نعپ جو تازو ڪارنامو اهو آهي ته نعپ پنهنجي انهن سڄڻن جي وسيلي سنڌين منجهه نفرت ڦهلائڻ شروع ڪئي آهي، نعپ جا اهي همدرد پنهنجي رسالن ۽ ڪتابن ۾ پنهنجي ئي محب وطن سنڌين کي گهٽ وڌ ڳالهائين پيا، ته

جيئن عوام تي انهن لاءِ خراب اثر پوي. اِهي نعپ کان علاوه ٻين سيني پارٽين کي گاريون ڏين پيا. نعپ کي بچائڻ جو اهو نئون حل ڪڍيو ويو آهي. پر اسين صاف لفظن ۾ ٻڌايون ٿا، ته نعپ هر اُهو ڪم ڪيو آهي، جنهن مان سنڌ کي نقصان رسي سگهي ٿو، ۽ هراُهو ڪم ڪري رهي آهي، جنهن مان اڳيان هلي سنڌ کي نقصان رسندو. اسانجا ڪي سنڌي، اڄڪلهه ۾ نه، بلڪ ڪليل اکين سان، پنهنجي مفاد خاطر نعپ جي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح مدد ڪري، سنڌين کي نقصان رسائي رهيا آهن. هيءُ وقت آهي جو اسين نعپ جي پاليسين کان واقف ٿيون، نه ته اڳتي هلي اسانکي نعپ جيڪو نقصان رسائيندي، انهيءَ جي تلافي ممڪن ڪانهي.

▲ نعپ سنڌين کي هڪ وڏو نقصان ٻيو به رسائي رهي آهي. نعپ جي ٻنهي صوبن مان باقاعدگيءَ سان بهاري پاڪستان ۾ اچن پيا. ۽ پاڪستان ۾ انهن لاءِ فقط هڪ صوبو آهي، ۽ اُهو آهي سنڌ، جتي سنڌن آجيان لاءِ اردوباز هٿ ڪولي وينا آهن. بهارين کي سنڌ ۾ اماڻڻ سان نعپ جو اهو مقصد آهي ته سنڌ ۾ سنڌين جي اڪثريت گهٽ ٿئي، سنڌ ۾ وڳوڙ پيدا ٿئي، ۽ ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ جو موقو ملي سگهي. ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ سان سنڌ تباهه ٿي ويندي ۽ سنڌن صوبن جي آڏو گوڏن ڀر جهڪي پوندي. نعپ پنهنجي انهن ناپاڪ منصوبن تي آهستي آهستي عمل ڪندي پئي اچي، اردوباز ۽ سنڌن اخبارون انهن سان شامل آهن، پر افسوس اِهو آهي ته اسانجا ڪي سنڌي به نعپ جو ساٿ ڏيئي، نعپ کي زور وٺرائي رهيا آهن.

## رومن رسم الخط

▲ بلوچستان جي وزير تعليم 'گل خان نصير' اها رٽ ڏني هئي ته: 'رسم الخط رومن ڪجي.' اسانکي سندس ڳالهه تي نه تعجب ٿيو نه اسين سندس ڳالهه جي مخالفت ڪريون ٿا، ڇاڪاڻ ته اهو خاص سنڌن ذاتي مسئلو آهي. انهن جي ذهن ۾ 'عظيم بلوچستان' نالي جو منصوبو آهي. هن وقت بلوچستان ۾ اٽڪل ڏهه لک بلوچ آهن، ذري گهٽ بلوچن جو ايڏو تعداد روس ۾ آهي، پر ايران ۾ اٽڪل چاليهه

لک ايراني بلوچ رهن ٿا. بلوچستان جي موجوده نعپ جي ليڊرن جو مستقبل جو پرو گرام اهو آهي ته انهن سڀني بلوچن کي، سندن علائقي سوڌو گڏ ڪري، عظيم بلوچستان ٺاهجي. عظيم بلوچستان ٺهڻ ۾ اچا ڪيتريون ئي رڪاوٽون آهن، جن مان هڪ 'ٻولي' به آهي. بلوچستان ۾ بلوچي ٿي ڳالهائجي، پر لکپڙهه جو ڪم اردوءَ ۾ ٿئي. اهڙيءَ طرح ايران جا بلوچ فارسي ۽ روس وارا بلوچ روسي زبان ڪم آڻين. رومن رسم الخط جي وسيلي ئي ٽنهي ملڪن جي بلوچن جا پاڻ ۾ تعلقات ٿي سگهن ٿا، ڇاڪاڻ ته هڪ ٻئي جي ٻولي پڙهڻ ۽ لکڻ اهي تيئي ڪونه ڇاڻين. انهن جي سوچ، سندن مفاد جي لحاظ کان درست ٿي سگهي ٿي. پر هلال پاڪستان (ڪراچي) جي ايڊيٽر 'سراج' رومن رسم الخط جي فائدي ۾ نه فقط ايڊيٽوريل لکيو، پر مسلسل اهڙا خط به اخبار ۾ ڇپجي رهيا آهن، جن ۾ رومن رسم الخط جي پٺڀرائي ڪيل آهي، ۽ ابتا سبتا دلائل ڏنل آهن. سراج جي بدران ڪو ٻيو سنڌي ايڊيٽر اهڙي غلط ڳالهه جي پٺڀرائي ڪري ها ته اسانکي حيرت نه ٿئي ها، پر سراج پاڻ ٻوليءَ جو ڄاڻو آهي، هن ڪيئن هن ڳالهه جي پٺڀرائي ڪئي آهي، آخر انهيءَ سان مقصد ڪهڙو آهي؟ بلوچي زبان ته هڪ غيرترقي يافته زبان آهي، انهيءَ ۾ ڪو علمي يا ادبي خزانه ڪونهي، لکڻ پڙهڻ لاءِ ماڳهين اردوءَ جا محتاج، پر سنڌي زبان هڪ شاهوڪار زبان آهي، علمي ۽ ادبي خزاني سان مالا مال. سنڌ کي پنجاب يا ڪنهن ٻئي صوبي سان ملائي 'عظيم سنڌ' ٺاهڻ جو سوال به ڪونهي، اهڙيءَ صورت ۾ سنڌي رسم الخط کي بدلائڻ جي مهم هلائڻ سان آخر مقصد ڪهڙو آهي. رومن رسم الخط واري ڳالهه سڀ کان اڳ ايوب خان ڪئي هئي، جنهنجي مغز ۾ اها ڳالهه ويهاري ويئي هئي ته پاڪستان جي صوبن مان ٻوليءَ جو مسئلو ختم ڪرڻ لاءِ واحد حل اهو آهي ته سڀئي ٻوليون ملائي هڪ ٻولي ٺاهجي ۽ رسم الخط رومن ڪجي.

▲ سنڌي هڪ امير ترين زبان آهي، هر ترقي يافته زبان وانگر هنکي پنهنجو الڳ رسم الخط آهي، جنهنجي ڪري آها سڃاتي وڃي ٿي. ترقي يافته زبانن وانگر هيءَ ٽائيپ ۾ ڇپبي آهي. انهيءَ رسم الخط تي

انگريزن جي شروعاتي دؤر ۾ وڏو گوڙ متو هو، ۽ نيٺ ڪيس ڪلڪتي ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ وٽ ويو، جتي ٻه سال ڪيس هليو پئي، پر سنڌ جي حالتن کي مد نظر رکي سنڌ لاءِ عربي رسم الخط مقرر ڪيو ويو. خود ٻارت ۾ به رسم الخط تي وڏو گوڙ متو ۽ اتڪل اوڻيهه ڪن سالن کانپوءِ نيٺ عربي رسم الخط (موجوده رسم الخط) رکيو ويو.

▲ جنهن سنڌي ٻوليءَ جي ڪري ڪجهه ڏينهن اڳ ايڏا فساد ٿيا، اهڙا پيارا پيارا ڪونڌر ڪوهائي ويٺاسين، اڃا انهنجي رت جا نشان ئي نه ڊٺا آهن، جو سنڌيءَ جي رسم الخط کي مٽائڻ جي ڳالهه، خود اسانجي سڄڻن ئي شروع ڪري ڏني آهي. اڄ رومن رسم الخط جي ڳالهه ڪئي ٿي وڃي، ته سياڻي اهابه ڳالهه ڪبي ته سنڌي، اردو، پنجابي، بلوچي ۽ پشتو کي ملائي هڪ ٻولي ڪجي. رومن رسم الخط سان جتي سنڌي زبان کي ٻيا انيڪ نقصان رسندا، انهيءَ سان سڀ کان وڏو نقصان ٿيندو، اسانجو اڳيون علمي خزاني جو ضايع ٿيڻ. رومن رسم الخط اختيار ڪرڻ سان اڄ تائين جا ڇپيل سمورا ڪتاب برباد ۽ بيڪار ٿي ويندا. ڇا پراڻا سيئي ڪتاب اسين رومن رسم الخط ۾ ٻيهر ڇپرائي سگهنداسين ؟

## سهڻيءَ تي الزام

▲ حيدرآباد مان نڪرندڙ هڪ ڪتابي سلسلي، 'سهڻيءَ' تي الزام مڙهيا آهن، ۽ 'سهڻيءَ' جي ايڊيٽوريلن جو مذاق اڏايو آهي. اسين انهيءَ ڪتابي سلسلي کي جواب ڏيڻ چاهئون، ۽ اسانوٽ معقول جواب به آهي. پر اسين انهي جهڳڙي ۾ نٿا پوڻ چاهيون، ڇاڪاڻ ته انهيءَ سان سنڌي ادب، ٻولي يا سنڌ کي ڪو فائدو نه، بلڪ نقصان رسندو. اسين پنهنجي دشمنن کي ڇڏي پاڻ ۾ ئي وڙهون، اها ڳالهه اسانکي مناسب نٿي لڳي. اسانکي سنڌيءَ جي عظيم شاعر شيخ اياز پڻ جهليو آهي، ته: سهڻيءَ کي انهي اوجهڙ ۾ نه پوڻ گهرجي. تنهنڪري اسين پنهنجي طرفان، ڳالهه کي اتي ئي ختم ڪريون ٿا، پر جيڪڏهن انهيءَ کانپوءِ بهانهيءَ ڪتابي سلسلي الزام تراشي جاري رکي، ته پوءِ اسانکي به مجبور ٿي جواب ڏيڻو پوندو .

**جيئي سنڌ ـــ جيئي سنڌي ٻولي**

**ـــ طارق اشرف**

ڪپيل پانهن جو وارث
يڪ نعرهء حيدري ...!
معجزن جو واپار (عربي ڪهاڻي)

# ڪهاڻيون

آمر جليل
غلام نبي مغل
توفيق الحڪيم

آمر جليل

# ڪپيل ٻانهن جو وارث

سول اسپتال جي مڙدي خاني ٻاهران عورتن، مردن ۽ ٻارن جو انبوهه هو. انبوهه مان روج راڙي، ۽ اوڇنگارن جا آواز پئي آيا.

ماڻهن جي انبوهه پٺيان ميدان ۾ پوليس جون ٻه لاريون، هڪ ٽرڪ، هڪ پڪ اپ، ٻه جيپون ۽ ايس پيءَ جي نيري رنگ جي فوڪس ويگن ڪار بيٺي هئي. ڪجهه پرڀرو پپل جي وڻ هيٺان ميجسٽريٽ صاحب جي اڇي رنگ واري مزدا ڪار بيٺي هئي.

مڙدي خاني جي پوائنٽي ورانڊي ۾ نوجوان ميجسٽريٽ ۽ وچولي عمر وارو ايس- پي بيٺا هئا. ايس-پيءَ جو پيٽ گولائيءَ ۾ ڪجهه سرس هو، جنهن مان سندس مالي خوشحالي ظاهر پئي ٿي. ميجسٽريٽ اڃا نئون نوڪري ۾ گهڙيو هو، تنهنڪري پوريءَ ريت خوشحال ٿي نه سگهيو هو. هو ٻئي چٺا نڪ تي رومال ڏيئي مڙدي خاني جي ورانڊي ۾ بيٺا هئا.

مڙدي خاني ۾ تازن فسادن ۾ مئل ماڻهن جا لاش پيا هئا. لاشن تي قانوني ڪاروائي ٿي چڪي هئي. لاشَ هڪ هڪ ڪري ميجسٽريٽ جي موجودگيءَ ۾ وارثن کي حوالي ڪيا پي ويا. سول اسپتال جي تاريخ ۾ اڳ ائين ڪڏهن ٻه نه ٿيو هو، جو ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ جي موجودگيءَ ۾ پوسٽ مارٽم ڪيل لاش وارثن کي حوالي ڪيا ويا هجن. آهو موقعو عجيب هو. ڪنهن به طرح عام رواجي نه هو. لاتعداد اخباري نمائندا، سماجي ڪارڪن، فوٽو گرافر اُتي موجود هئا.

مڙدي خاني جي غليظ، اونداهي ۽ هيتناڪ ڪمري ۾ ڪجهه لاش پيا هئا. لاشن وٽ اسپتال جو ايڊمنسٽريٽر، ٻه ڊاڪٽر، ڇهه- ست وارڊ بواءِ، ڪجهه سپاهي ۽ هڪ صوبيدار بيٺا هئا. ڏپ کان بچڻ لاءِ هنن نڪ بند ڪري ڇڏيا هئا.

صوبيدار هڪ هڪ ڪري لاش ٻاهر ڪڍائي پئي آندو. ٻاهر ورانڊي ۾ بيٺل ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ آڏو لاش ترسائي، لاش سان گڏ پنهنجي صاحبن جو فوٽو ڪڍائي، لاش انبوهه ڏانهن ڪڍائي پئي ويو. فوٽو ڪڍائڻ مهل ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ نڪ تان رومال هٽائي پي ڇڏيو.

ايس- پي نوجوان ميجسٽريٽ کان وڌيڪ تجربيڪار هو. هن نوجوان ميجسٽريٽ کي سمجهائي ڇڏيو هو. ته اهي فوٽا اخبارن ۾ ڇپبا. حاڪمن تائين وڃي پهچندا، تنهنڪري اسانجي منهن مان بيزاري ظاهر ٿيڻ نه گهرجي.

صوبيدار مڙدي خاني مان هڪ هڪ ڪري لاش ڪڍائي پئي آيو، ۽ ورانڊي ۾ ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ کي ٿي ڏيکاريو، جن نڪ تان رومال هٽائي، ڪجهه هيٺ جهڪي، منهن تي ڪجهه غم ۽ رنج جو تاثر آڻي، ڪمال اداڪاريءَ سان فوٽو ڪڍائي پئي ورتو. ان ڪارروائيءَ ڪانپوءِ صوبيدار لاش وارثن جي حوالي ڪندو ٿي ويو.

ڪجهه دير ڪانپوءِ مڙدي خاني مان اسپتال جو ايڊمنسٽريٽر ٻاهر آيو. هو تِوائي پئي ڏنو. جنهن ڪم تي کيس ٻيهاريو ويو هو، سو پنهنجي مرتبي کان هيٺ پئي ڀانيائين. هو ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ وٽ اچي بيٺو. رومال سان منهن اُگهندي چيائين، ”سمورا لاش وارثن جي حوالي ڪيا ويا آهن. مان وڃان ٿو.“

ميجسٽريٽ پڇيو، ”ڪل گهڻا لاش هئا؟“

ايڊمنسٽريٽر وراڻيو، ”چوڏهن.“

”پڪ؟“ ميجسٽريٽ پڇيو.

”ها سائين، پڪ،“ ايڊمنسٽريٽر بيزار ٿيندي وراڻيو.

ميجسٽريٽ هڪ ته جوان هو، مٿان بي‌انداز اختيار مليل هئس. ڏاڍي رعبدار نموني ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي ايڊمنسٽريٽر کان پڇيائين، ”مڙدي خاني کي گهڻا در، ۽ گهٽيون دريون آهن؟“

ايس- پيءَ حيرت مان نوجوان ميجسٽريٽ ڏانهن ڏٺو.

ايڊمنسٽريٽر وراڻيو، ”مڙدي خاني کي ٻه دريون ۽ چار روشندان آهن، ۽ هڪ در آهي.“

”درين کي لوهي شيخون لڳل آهن؟“
”ها.“
”۽ در؟“
”در کي تالو لڳل هوندو آهي.“
”پلا روشندان فرش کان ڪيترو مٿي آهن؟“
”اٽڪل ٻارهن فوٽ کن مٿي آهن.“
”روشندانن کي لوهي شيخون آهن؟“
”نه.“

”هون!“ مئجسٽريٽ وڏي سوچ ۾ پئجي ويو. اهڙو گنڀير ٿي ويو، ڄڻ خون جي ڪيس ۾ مغز ماري رهيو هو.

ايڊمنسٽريٽر ڪجهه خارباز طبيعت جو هو. هن چيو، ”سائين، يقين ڪريو، ڪوبه لاش مڙدي خاني مان پڄي نه ويو آهي. درين کي لوهي شيخون لڳل آهن. جيڪڏهن ڪوبه لاش روشندان مان پڄي نڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها، ته ضرور ٿنگ پڇيس ها.“

نوجوان مئجسٽريٽ کي لوندڙين تي ٻڪهر اچي ويو. ٿڌي تي ايڊمنسٽريٽر جا لاهه ڪڍي ڇڏي ها، پر ايس-پيءَ جي منهن تي مرڪ ڏسي سور ٻي ويو.

ايڊمنسٽريٽر هلبو ويو. اخباري نمائندا ۽ فوٽوگرافر به روانا ٿي ويا. انبوهه ڇڙو ڇڙ ٿيڻ لڳو. تڏهن اوچتو مڙدي خاني مان آواز آيو، ”ترسو.“

انبوهه پند پهڻ ٿي ويو. مئجسٽريٽ ۽ ايس-پي منهن ورائي مڙدي خاني ڏانهن ڏسڻ لڳا. مڙدي خاني جي درَ ۾ صوبيدار بيٺو هو. ڪيس ڏسي ٻنهي جي لونءِ لونءِ ڪاندارجي ويئي.

صوبيدار اڳتي وڌي آيو. سندس هٿ ۾ ڪَلهي وٽان ڪپيل هڪ ٻانهن هئي. هو ايَس-پي ۽ مئجسٽريٽ آڏو اچي بيٺو. هن عجيب بي ڍنگي لهجي ۾ چيو، ”هيءَ ٻانهن مڙدي خاني جي ڪنڊ ۾ پئي هئي.“

ايس-پي ۽ مئجسٽريٽ حيرت وچان ڪپيل ٻانهن ڏانهن ڏسڻ لڳا، جيڪا رت ۾ مٿيءَ سان ٿـڦيل هئي. ايس-پيءَ پاڻ سنڀالي

ورتو. صوبيدار کي ڪڙڪيدار آواز ۾ چيائين، ”ان ٻانهن کي مڙدي خاني ۾ آڇلائي اچ.“

صوبيدار مڙدي خاني ڏانهن وڃڻ لڳو.

”ترس،“ مئجسٽريٽ ڪيس روڪيو. چيائين، ”انصاف جي تقاضا موجب هيءَ ڪپيل ٻانهن وارثن جي حوالي ڪئي ويندي.“

ايس. پيءَ کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر نوجوان مئجسٽريٽ نه مڙيو. هن عدل جهانگير جو رڪارڊ توڙڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو. چيائين، ”هيءَ ٻانهن وارثن کي ڏني ويندي.“

ايس. پيءَ جڪ ڪاڌا.

مئجسٽريٽ ٻنهي ڊاڪٽرن کي گهرايو، جيڪي مڙدي خاني مان نڪرڻ ڪانپوءِ تازي هوا کائي رهيا هئا. کانئن پڇيائين، ”ڪو اهڙو لاش به وارثن کي ڏنو ويو آهي ڇا، جنهنکي هڪ ٻانهن نه هئي؟“

ٻنهي ڊاڪٽرن ڪاغذن جي جانچ ڪرڻ ڪانپوءِ انڪار ڪري ڇڏيو، ته ڪوبه ٻانهن ڪپيل لاش مائٽن کي نه ڏنو ويو آهي.

مئجسٽريٽ پاڻ کي اڪابر ثابت ڪرڻ لاءِ چيو، ”ته پوءِ هن ٻانهن جو لاش ڪٿي آهي!“

ايس. پيءَ ڪنگهي پنهنجي ڪل هضم ڪري ويو. هن مرڪندي چيو، ”ممڪن آهي، جنهن شخص جي هيءَ ٻانهن آهي، سو اڃا جيئرو هجي.“

مئجسٽريٽ کي اها ڳالهه پسند نه آئي. چيائين، ”اهو ناممڪن آهي.“

هڪ ڊاڪٽر چيو، ”جنرل وارڊ ۾ پنجن ڏينهن کان هڪ زخمي داخل آهي، جنهن کي ڪلهي وٽان هڪ ٻانهن ناهي.“

”ته پوءِ هيءَ ٻانهن بہ ان زخميءَ جي آهي.“ مئجسٽريٽ ڊاڪٽر کي چيو، ”مونکي ان مريض ڏانهن وٺي هل. مان هيءَ ٻانهن کيس حوالي ڪندس.“

ايس. پيءَ انبوهہ کي ترسڻ لاءِ چئي، مئجسٽريٽ صوبيدار کان ٻانهن کڻائي، ڊاڪٽر کي ساڻ ڪري جنرل وارڊ ڏانهن ويو.

ڊاڪٽر مئجسٽريٽ کي سڌو وڃي ان زخميءَ وٽ بيهاريو،

جنهنڪي ڪلهي وٺان ٻانهن نہ هئي.

ميجسٽريٽ زخميءَ کي چيو، ”اسانکي مڙدي خاني مان هڪ ٻانهن لڌي آهي. اسين سمجهون ٿا، هيءَ ٻانهن تنهنجي آهي.“

زخمي دريءَ کان ٻاهر نهاري رهيو هو. سندس منهن ۾ گنب هو. ايذاءَ سبب چپ خشڪ ۽ اکيون ڏرا ڏيئي ويون هئس. هن ڪنڌ ورائي ميجسٽريٽ ڏانهن ڏٺو.

ميجسٽريٽ صوبيدار جي هٿ ۾ جهليل ٻانهن ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”منهنجو خيال آهي، هيءَ ٻانهن تنهنجي آهي.“

مريض ميجسٽريٽ تان نظرون هٽائي، ٻانهن ڏانهن ڏسڻ لڳو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ هن وري ميجسٽريٽ ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟“

ميجسٽريٽ وائڙو ٿي ويو. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيس. چيائين، ”مان پنجويهن سالن جو آهيان.“

”مان بہ پنجويهہ سالن جو آهيان. پاڪستان بہ پنجويهہ سالن جو آهي.“ زخميءَ چيو، ”پنجويهن سالن ۾ هن ملڪ تو جهڙن کي پنجويهہ ٻانهون ڏيئي ڇڏيون آهن. مونکان ٻن ٻانهن مان هڪ ٻانهن ڦـُري ورتي آهي.“

ميجسٽريٽ اجايو ڪلڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس شڪل پولي جهڙي ٿي ويئي. چيائين، ”مان حڪومت پاڪستان طرفان توکي تنهنجي ٻانهن موٽائي ڏيڻ آيو آهيان.“

زخميءَ ڪرڙي اک سان ميجسٽريٽ ڏانهن ڏٺو. چاڙيءَ جا هڏا هڪٻئي ۾ جڪڙجي ويس. منهن جو رنگ بدلجندو ويس. تڪليف بدران، سندس منهن مان بي پناهہ نفرت ظاهر ٿيڻ لڳي.

ميجسٽريٽ کان زخميءَ جي خاموشي ۽ گوائل ڪنڌڙ گهور برداشت ٿي نہ سگهي. چيائين، ”مان توکي تنهنجي ٻانهن موٽائي ڏيڻ آيو آهيان.“

”مونکان جيتري جاڳندي ٻانهن وئي، مونکي مئل ٻانهن ڏيڻ آيو آهين!“ زخميءَ ڏند ڪرٽيندي چيو، ”مان فنڪار آهيان. مان مئل ٻانهن کي ڇا ڪندس! مونکي جيئري ٻانهن موٽائي ڏيو.“

ڊاڪٽرن ميجسٽريٽ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”هن جو دماغ خراب ٿي ويو آهي. اسين ڪيس چرين جي اسپتال موڪليندا سين.“

ميجسٽريٽ نه مڙيو. زخميءَ کي چيائين، ”تو کي پنهنجي ٻانهن نه گهرجي؟“

”مان مٿل ٻانهن ڇا ڪندس!“ زخميءَ چيو، ”پنهنجي حڪومت کي چئه ته مونکي منهنجي جيئري ٻانهن موٽائي ڏئي. مونکي جيئري ٻانهن گهرجي. مان فنڪار آهيان. مان تصويرون ٺاهڻ چاهيان ٿو. مان ڪوي آهيان. مان گيت لکڻ چاهيان ٿو. مان سودائي آهيان. مان ڪهاڻيون لکڻ چاهيان ٿو. مونکي منهنجي ٻانهن موٽائي ڏيو. مونکي منهنجي جيئري ٻانهن موٽائي ڏيو.“

ميجسٽريٽ کي وحشت وٺي ويئي. هو ڊاڪٽرن ۽ صوبيدار سميت موٽي ويو.

مڙدي خاني جي ورانڊي ۾ ايس-پيءَ چيس، ”منهنجي مجوءَ هيءَ ٻانهن مڙدي خاني ۾ رکائي ڇڏيو.“

”نه.“ نوجون مجسٽريٽ چيو، ”مان هن ڪپيل ٻانهن جي وارثن کي ضرور هٿ ڪندس.“

هن صوبيدار جي هٿ مان ڪپيل ٻانهن وٺي، مٿي ڪري، انبوهه کي ڏيکاريندي چيو، ”هن ٻانهن جو جيڪو هن ڪو وارث آهي، ته ثابتي ڏيئي ٻانهن وٺي وڃي.“

ٻانهن ڏسي انبوهه ۾ چرپر، چوٻول ٿيو.

ڪجهه مرد ۽ عورتون اڳتي وڌي آيا. هو غور سان ٻانهن ڏانهن ڏسڻ لڳا، جنهن تي رت ۽ مٽيءَ جا چاپڙ چڙهيل هئا.

هڪ ننڍڙي ڇوڪريءَ چيو، ”سائين، اها ٻانهن منهنجي پيءَ جي آهي.“

ميجسٽريٽ ڪنڌ ورائي ڇوڪريءَ ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”ڪيئن ٿي چوين ته اِها ٻانهن تنهنجي پيءَ جي آهي؟“

ڇوڪريءَ وراڻيو، ”منهنجو پيءُ جيئرو آهي. هنکي هڪ ٻانهن ڪانهي.“

ميجسٽريٽ کان چرڪ نڪري ويو. پڇيائين، ”ڪڏهن کان تنهنجي پيءُ کي ٻانهن کاڌي؟“

”مونکي ياد ناهي.“ ڇوڪريءَ وراڻيو، ”منهنجي ماءُ مونکي ٻڌائيندي آهي، ته منهنجي پيءُ کي ٻئي ٻانهون هونديون هيون. هو سچ لکندو هو. هڪڙي ڏينهن انصاف جا علمبردار آيا، ۽ بابا جي ٻئي ٻانهن ڪپي ويا، جنهن ۾ سچ لکندڙ هٿ هو.“

ميجسٽريٽ هٿ جي اشاري سان ڇوڪريءَ کي پري ڪري ويهاريو. پوءِ انبوهه ڏانهن ڏسندي چيائين، ”هيو ڪو وارث آهي؟“

جهور ڪراڙي عورت ڪنبندڙ آواز ۾ چيو، ”هيءَ منهنجي پٽ جي ٻانهن آهي.“

”ثبوت ڏي مائي،“ ميجسٽريٽ چيو.

”هو سورنهن ڪلاڪ ڪم ڪري ڪانپوءِ به رپيا ڪمائي وٺندو هو، جنهن مان اسين هڪ ويلو ماني کائيندا هئاسين، ۽ باقي مسواڙ ۽ دوائن ۾ لڳائي ڇڏيندا هئاسين.“ پوڙهيءَ چيو، ”منهنجو پٽ جنهن ڏينهن چار ڇهه آنا وڌيڪ ڪمائي وٺندو هو، تنهن ڏينهن ابراهيم بوريءَ جي دڪان تان منهنجي لاءِ جليبيون وٺي ايندو هو.“

”پر تون ڪيئن دعوا ٿي ڪرين ته هيءَ تنهنجي پٽ جي ٻانهن آهي؟“

”مونکي سنڌن جو سور آهي. هو روز رات جو مونکي زور ڏيندو هو.“ ڪراڙيءَ ڪنبندڙ آواز ۾ چيو، ”مان ماءُ آهيان. مان پنهنجي پٽ جي ٻانهن سڃاڻي نه سگهنديس! هيءَ ضرور منهنجي پٽ جي ٻانهن آهي.“

”تنهنجو پٽ ڇا ڪندو هو، مائي؟“

”هو پيرم پوري، وٽ لوهه وڪڻندو هو.“ مائيءَ وراڻيو، ”گذريل فسادن ۾ هڪ ڏينهن جيئن گهران نڪتو، ته اڄ تائين نه موٽيو آهي.“

”تون ترس مائي.“ ميجسٽريٽ چيو، ”ٻين کان پڇڻ کانپوءِ مان فيصلو ڪندس ته ٻانهن جو حقيقي وارث ڪير آهي.“

هڪ سترهن - اڙهن سالن جو ڇوڪرو اڳتي وڌي آيو. ٻانهن ڏانهن غور سان ڏسندي چيائين، ”مونکي پڪ آهي، ته هيءَ ٻانهن منهنجي پاءُ جي آهي.“

”ثبوت ڏي.“

”هو گلوب ٽيڪسٽائيل مل ۾ مزور هو.“ ڇوڪري چيو، ”هو ڪارخاني مان ڪپڙن جا ٿانَ ڪٽي گدام ۾ آڻي رکندو هو.“

”پر تو وٽ ڪهڙي ثابتي آهي ته هيءَ تنهنجي پاءُ جي ٻانهن آهي؟“

”جڏهن کان هو فسادن ۾ گم ٿي ويو آهي، تڏهن کان اسانجو گهر لنگهڻ تي آهي.“

”اهو ڪو ثبوت ڪونهي.“

ڇوڪري هڪدم وراڻيو، ”هو ڪپڙي جا ٿان ٻانهن ۾ ڪڻندو هو. لاڳيتو وزن ڪڻڻ سبب سندس هڪ ٻانهن روندي ٿي ويئي هئي. هيءَ ٻانهن به روندي آهي.“

ميجسٽريٽ چيو، ”هيءَ ٻانهن ڪپڙن ڪانپوءِ سڪي ويئي آهي، تنهنڪري روندي ٿي ڏسجي.“

”پر مونکي پڪ آهي ته هيءَ ٻانهن منهنجي پاءُ جي آهي.“

”ان جو فيصلو مان ڪندس.“ ميجسٽريٽ انبوهه ڏانهن ڏسندي چيو، ”ٻيو ڪو؟“

هڪ وچولي عمر وارو شخص اڳتي وڌي آيو، هو ڏسڻ ۾ عجيب پي لڳو. ڪيس مٿي تي پراڻو ٽوپلو، ڊگهو ڪوٽ، ڪالر وٽان ڦاٽل قميص ۽ تمام ڍلي پتلون پاتل هئي. ڪيس ڪوٽ جي کيسي ۾ اڌ درزن فائونٽن پينون ۽ چار ڳاڙهيون نيريون پينسلون ٽنبيل هيون. هن اڳتي اچي ٻانهن جو معائنو ڪيو. صوبيدار جي هٿ مان ڪپيل ٻانهن وٺي، چڱي طرح جاچي، صوبيدار کي موٽائي ڏنائين. پوءِ ٽورو سيٽجي ۽ ٽورو آڪڙجي بيٺو. چيائين، ”مان سرچارلس نيپيئر ديسي آهيان.“

غمگين ۽ اُداس بيٺل ماڻهن کي کِل اچي ويئي.

”اڙي! توهين کلو ٿا!“ سرچارلس نيپيئر ديسيءَ چيو، ”وڏا کي

بيشرم آهيو.“

ايس- پيءَ ميجسٽريٽ کي ڪن ۾ چيو، ”هيءَ موهن جي دڙي جو گم ٿيل انگريز نڪ ۾ دم ڪندو.“

”اي ڪوبلا.“ سرچارلس نيپئر ديسيءَ ايس- پيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”مان تو کي سڃاڻان ٿو. تون جيڪب آهين.“

ماڻهو وري ڪِلي پيا.

”ڪلو نہ، روئو- هنجون هاري روئو، ڇو جو توهانکي خبر ناهي تہ هيءَ ڪپيل ٻانهن ڪنهنجي آهي.“ سرچارلس نيپئر ديسيءَ انبوهہ تي نگاهہ ڇمائي ڇڏي .

نوجوان ميجسٽريٽ ڏڪندي ڏڪندي ڪانئس پڇيو، ”سر، توهانکي خبر آهي تہ هيءَ ٻانهن ڪنهنجي آهي؟“

”ها. مونکي خبر آهي تہ هيءَ ٻانهن ڪنهنجي آهي.“

”ڪيئن سائين؟“

”مان ١٨٤٣ع کان اها ٻانهن ڪپيندو آيو آهيان.“

”١٨٤٣ع کان!“

”ها ١٨٤٣ع کان.“ سرچارلس نيپئر ديسيءَ وراڻيو، ”مان هر دور ۾ اها ٻانهن ڪپيندو آيو آهيان. تنهنڪري، مونکي خبر آهي تہ هيءَ ٻانهن ڪنهنجي آهي.“

ايس- پي ڇپن ۾ مرڪڻ لڳو. ميجسٽريٽ لونڊڙين تان پگهر اُگهندي سرچارلس نيپئر ديسيءَ کان پڇيو، ”سر، هيءَ ٻانهن ڪنهنجي آهي؟“

”هيءَ ٻانهن جنرل هوش محمد شيديءَ جي آهي،“سرچارلس نيپئر ديسيءَ وراڻيو.

”جنرل هوش محمد شيدي!“

”ها. جنرل هوش محمد شيدي .“ سرچارلس نيپئر ديسيءَ چيو، ”هر دؤر ۾ مان ان ٻانهن کي هوشوءَ جي ڪلهي کان ڪپي ڌار ڪندو آهيان، پر وري ٻئي ڪنهن دؤر ۾ اها ٻانهن هوشوءَ جي ڪلهي سان لڳي جيئري ٿي پوندي آهي . اها ٻانهن ملڪ ۾ وڳوڙ وجهندي آهي . نوجوانن کي هٿيار بند جدوجهد جي ترغيب ڏيندي

آهي. حاڪمن لاءِ مصيبت پيدا ڪندي آهي . پر هن دفعي مان ان ٻانهن کي پڇي رهندس."

ميجسٽريٽ ڪائنس پڇيو."توهين هن ٻانهن کي ڇا ڪندا، سر؟"

سر چارلس نيپئر ديسيءَ وراڻيو ، "نظريہ پاڪستان جي حفاظت، قومي يڪجهتي، ۽ سرحدي بقا لاءِ مان ان ٻانهن کي ڪيمو ڪري ، منجهانئس شامي ڪباب ناهي ، لکنوي پاندان ۾ رکندس. تنهنڪري، بنا دير جي اها ٻانهن مونکي ڏيو."

ميجسٽريٽ ڪيس ٿارڻ لاءِ چيو، "سر ، ٻانهن هر حال ، ۽ هر صورت ۾ توهانکي ڏني ويندي . في الحال ٻين وارثن جي ڳالهہ ٻڌڻ ڏيو."

"ٻڌبي ثمري ۽ دادرو آهي." سر چارلس نيپئر ديسيءَ چيو، "تون تفتيش ڪر، پولا."

ميجسٽريٽ ڀڳهر اُگهيو. ايس- پي چپن ۾ مُرڪيو.

ميجسٽريٽ انبوهہ کان پڇيو، "ٻيو ڪو آهي، هن ٻانهن جو وارث ؟"

هڪ نوجوان ڇوڪري انبوهہ مان نڪري آئي، هوءَ حسين هئي. اُداس ۽ ويراڳڻ ٿيڻ ڪانپوءِ وڌيڪ دلڪش ٿي ڏٺي.

ايس- پيءَ سڙٻاٽن ۾ ميجسٽريٽ کي چيو، "هيءَ ڇوڪري رنڊي آهي. نالو فرزانہ اٿس."

فرزانہ ٻانهن وٽ اچي بيٺي . اکيون روئڻ سبب ڳاڙهيون ٿي ويون هئس. ٻانهن ڏانهن ڏنائين تہ روئي پئي. سڏڪن ۾ چيائين، "هيءَ ٻانهن مونکي ڏيو."

"ثابتي."

"هيءَ ٻانهن شهمير جي آهي."

"شهمير ڪير هو؟"

"شهمير مانجهي مڙس هو . مشڪلن جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسندو هو."

"هو تنهنجو ڪير هو؟"

ڇوڪريءَ جون اکيون رڻ ۾ قاتل هرڻيءَ جي اکين وانگر

وياڪل ۽ وائڙيون ٿي ويون. هن ڇپر ڪٽي ميجسٽريٽ ڏانهن ڏٺو. ڇيائين، "شهمير منهنجي لاءِ سڀڪجھ هو."

"تنهنجو مڙس هو؟"

"نه."

"توهانجو مڱڻو ٿيو هو؟"

"نه."

"تہ پوءِ؟"

فرزانہ منجهي پئي. ڪو جواب سجهي نہ آيس.

ايس. پيءَ ميجسٽريٽ کي آهستي چيو، "هيءَ رنڊي آهي. هوندس ڪو خاص گراهڪ."

ميجسٽريٽ ڇوڪريءَ کي چيو، "تو کي ثابت ڪرڻو پوندو، تہ تون هن ٻانهن جي وارث آهين."

ڇوڪريءَ چيو، "شهمير هڪ دفعي منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪندي چيو هو، تہ مڙس زندگيءَ ۾ فقط هڪ عورت جو هٿ جهليندو آهي، ۽ اها عورت تون آهين. هن مونکي پنهنجو ڪيو هو. هو زماني جي ريتن رسمن جو قائل نہ هو. چوندو هو، تہ مرد جي وچن کان وڌيڪ مضبوط ٻيو ڪوبہ ٻنڌڻ ناهي."

ميجسٽريٽ چيو، "پر تو وٽ ڪهڙو ثبوت آهي تہ هيءَ ٻانهن تنهنجي شهمير جي آهي؟"

ڇوڪريءَ جون اکيون ترسيل ساوڻ وانگر وسي پيون. چيائين، "شهمير جي هٿ ۾ عمر واري ليڪ تمام وڏي هوندي هئي، پر شهمير ان ليڪ تي ڪڏهن بہ اعتبار نہ ڪيو. هو چوندو هو، تہ انسان پنهنجا ليڪا پاڻ ناهيندو آهي."

ڇوڪري ڳالهائيندي ڳالهائيندي خاموش ٿي ويئي. هوءَ پنهنجن سڏڪن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. جڏهن ڪجھ سامت ۾ آئي تڏهن چيائين، "فسادين جي هڪ وڏي انبوهہ سان اڪيلي سر وڙهندي منهنجو شهمير مارجي ويو. هٿ ۾ عمر واري وڏي ليڪ هوندي بہ هو جوانيءَ ۾ مارجي ويو. فسادي سندس لاش جيپ سان ٻڌي، رستن تان گهليندا ڪٽي ويا. توهين ان ڪپيل ٻانهن

جي هٿ ۾ عمر واري ليڪ ڏسو. ضرور وڏي هوندي.“

صوبيدار چيو، ”ٻانهن جو هٿ رهڙجي ويو آهي. سموريون ليڪون ڊهي ويون اٿس.“

”نون ترس.“ ميجسٽريٽ چيو، ”مان ٻين دعويدارن کان پڇي وٺان.“

”وڏيڪ ڦڏيبازي نه ڪر، ميجسٽريٽ، پولا،“اوچتو سرچارلس نيپيئر ديسيءَ ڳالهايو. چيائين، ”تو مونکي پرامز ڏنو آهي، ته اها ٻانهن مونکي ڏيندين.“

ميجسٽريٽ موقعي جي نزاڪت ڏسندي، ڪاوڙ کي قابو ڪندي چيو، ”هيءَ ٻانهن هرحال ۾ توهانکي ڏني ويندي، سرچارلس نيپيئر ديسي.“

”ٿينڪ يو،“ سرچارلس نيپيئر ماٺ ٿي ويو.

ميجسٽريٽ ماڻهن ڏانهن منهن ڪندي وڏي واڪ پڇيو،

”ٻيو ڪو هن ٻانهن جو دعويدار آهي؟“

هڪ منڊڙو پوڙهو گهوڙين تي هلندو اڳتي وڌي آيو. چيائين، ”هيءَ منهنجي پٽ جي ٻانهن آهي.“

”ثبوت.“

”منهنجي دل تي چوي، اها منهنجي پٽ جي ٻانهن آهي.“

”قانون جي نگاهن ۾ دل ڪابه معنيٰ نه رکندي آهي. اسانکي ثبوت گهرجي.“

”ثبوت!“

”ها، ثبوت.“ ميجسٽريٽ پڇيو، ”تنهنجي پٽ جو نالو ڇا هو؟“

”خاوند.“ وري هڪدم چيائين، ”خاوند ڏنو.“

”ڇا ڪندو هو؟“

پوڙهي وراڻيو، ”لالو کيت ۾ سنڌي هوٽل ٻاهران پڪوڙا وڪڻندو هو.“

”ڪهڙو ثبوت اٿئي ته هيءَ ٻانهن تنهنجي پٽ جي آهي؟“

پوڙهي جي اکين ۾ پاڻي تري آيو، پر سندس اکين ۾

ڇڪندڙ پدري شفقت ۽ ذهانت ٻوڙي نہ سگهيو. پوڙهي چيو،
"پيءُ-پٽ جو رشتو ثبوت جو محتاج نہ هوندو آهي، سائين. روح
جي ڇڪ سندن ڪسوٽي هوندي آهي."

"مان ميجسٽريٽ آهيان. فلاسفر ناهيان." ميجسٽريٽ چيو،
"ٻانهن حاصل ڪرڻ لاءِ تو کي ثبوت ڏيڻو پوندو."

پوڙهو سوچ ۾ ٻڏي ويو. منهن انيڪ ليڪن ۾ ورهائجي ويس.
ڪجهہ دير ڪانپوءِ چيائين، "هڪ دفعي منهنجي هڪ گهوڙي پڇي
پئي هئي. جيستائين ٻي گهوڙي واڍي ڪان نهرايان، تيستائين مان
پنهنجي پٽ خاوند جي ٻانهن جي سهاري هلندو هوس. ها، مونکي ياد
آهي. هيءَ ئي خاوند جي ٻانهن آهي. اڄ هو جيئرو هجي ها، تہ توهين
سندس جيئري ٻانهن سان هيءَ ڪپيل ٻانهن پيئي ڏسو ها. پوءِ اعتبار
ڪريو ها."

ميجسٽريٽ کي پوڙهي جو ثبوت قانون جي دائري ڪان
باهر لڳو. هن پوڙهي کي پري ڪري ٻيهاري ڇڏيو. هن ماڻهن ڏانهن
منهن ڪندي چيو، "ٻيو ڪو دعويدار آهي؟"

هڪ ڏهن ٻارهن سالن جي ڇوڪري رئي سان اکيون
اُگهندي اڳتي وڌي آئي. چيائين، "هيءَ ٻانهن منهنجي پاءُ صديق
جي آهي."

"ڇا ڪندو هو تنهنجو ڀاءُ؟"

"هو سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ ڪلارڪ هو." ڇوڪريءَ چيو،
"گذريل فسادن ۾ گهران نڪتو تہ ٽڪرا ٽڪرا ٿي گهر وارن کي
مليو. ظالم ڪيس ڪُهي، وڍي، هڪ ڳوڻ ۾ وجهي راتو واهہ اسانجي
ڏيڍيءَ آڏو ڇڏي ويا هئا."

ڇوڪري اوڇنگارون ڏيئي ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

ميجسٽريٽ پڇيس، "تو وٽ ڪو ثبوت آهي، تہ هيءَ ٻانهن
تنهنجي ڀاءُ جي آهي؟"

ڇوڪري منجهي پيئي. روئڻ بند ٿي ويس.

ميجسٽريٽ ورائي پڇيس، "ٻانهن تي ڪو داغ، ڏڪ جو
نشان، يا تِرُ وغيره هوس؟"

ڇوڪريءَ جون آليون اکيون چمڪڻ لڳيون. چيائين، ”فسادن ڪان پهِ ڏينهن اڳ اسان سندس مڱڻو ڪرايو هو. مون سندس هٿ تي ميندي لاتي هئي. ڏسوس، ان هٿ تي ميندي ضرور لڳل هوندي.“

ميجسٽريٽ صوبيدار ڏانهن ڏٺو.

صوبيدار چيو، ”پانهن سڪي، ڪارائجي ويئي آهي. پيو ته هٿ بلڪل چليل آهي، رهڙجي ويو آهي. مينديءَ جو نالو نشان به ناهي.“

ڇوڪري مايوس ٿي ويئي. آليون اکيون اُگهندي پري وڃي ويٺي.

ان کان اڳ جو ميجسٽريٽ ڪپيل ٻانهن جي ٻئي ڪنهن دعويدار کي سڏ ڪري، سرچارلس نيپيئر ديسيءَ وڏي واڪ چيو، ”اجائي جک ٿو مارين، ميجسٽريٽ موڳا.“

ڪجهه ماڻهو ٽهه ٽهه ڪري کِلي پيا.

ميجسٽريٽ کي خار وٺي ويا. هن ڪجهه کهري لهجي ۾ چيو، ”توهين مات ڪري ويهو، سر چارلس نيپيئر ديسي.“

”اڙي مات ڪري وري ڪيئن ويهان!“ سر چارلس نيپيئر ديسيءَ چيو، ”ٿوري دير ۾ اها ٻانهن جيئري ٿيڻي آهي. ٿوري دير ۾ وري ممڻ مچڻو آهي. ٿوري دير ۾ وري نظريہ پاڪستان ۽ اسلام خطري ۾ پوڻو آهي. تنهنڪري دير نہ ڪر، ميجسٽريٽ، پولا. اها ٻانهن مونکي ڏي ته مان ان مان شامي ڪباب پچائي پاندان ۾ بند ڪري رکي ڇڏيان. پوءِ اِها ٻانهن گڙٻڙ نہ ڪندي.“

ميجسٽريٽ کي هڪ اٽڪل سجهي آئي. چيائين، ”سرچارلس نيپيئر ديسي، مون فيصلو ڪيو آهي ته هيءَ ٻانهن توکي ڏيئي ڇڏيان.“

”تو زندگيءَ ۾ پهريون دفعو صحيح فيصلو ڪيو آهي، ميجسٽريٽ پولا.“ سرچارلس نيپيئر ديسيءَ چيو، ”ان ٻانهن مان شامي ڪباب پچائڻ کانپوءِ، تاريخ ۾ وري ڪڏهن به هوشو شيدي پيدا ٿي نہ سگهندو.“

”توهان بلڪل صحيح فرمايو آهي.“ ميجسٽريٽ چيو،

”توهين پاندان ڪٽي اچو، امين هيءَ ٻانهن توهانجي حوالي ڪنداسين.“

”مان پاندان ڪٽي تو اچان.“ سرچارلس نيپيئر ديسيءَ چيو، ”پر ياد رک. متان ڪا پرپٽ بدمعاشي ڪئي اٿئي، ميجسٽريٽ پولا.“

سرچارلس نيپيئر ديسي هلبو ويو .

ميجسٽريٽ پگهر اُگهي ايس- پيءَ ڏانهن ڏٺو، جيڪو مٿس ذري گهٽ کلي رهيو هو.

ميجسٽريٽ انبوهه ڏانهن ڏسندي چيو، ”هن ڪپيل ٻانهن جو ڀيو ڪو دعويدار آهي ڇا؟“

انبوهه مان ڪو جواب نه آيو. پُراسرار ماٺ ماحول کي ڳرڪائي ويئي.

هن ٻيهر پڇيو، ”هن ٻانهن جو ڀيو ڪو وارث آهي ڇا؟“

تڏهن اوچتو، هڪ تمام ننڍو ٻار، جيڪو مشڪل سان پنڌ ڪرڻ لائق هو، اڳتي هلبو آيو. هو هلندو اچي ڪپيل ٻانهن جي پرسان بيٺو. ٻار جو قد ڪپيل ٻانهن کان ننڍو هو. هن ميجسٽريٽ کي تمام چٽي آواز، ۽ لهجي ۾ چيو، ”مان هن ڪپيل ٻانهن جو وارث آهيان.“

ميجسٽريٽ ۽ ايس- پيءَ کان ڇرڪ نڪري ويو. اينري ننڍڙي ٻار کي اهڙي چٽي نموني ڳالهائيندي ڏسي ٻنهي کي بدن ۾ سياٽو محسوس ٿيو.

ٻار چيو، ”ان ٻانهن ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي، سو زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آزاد آهي. مان ان ڪپيل ٻانهن جي آڳر جهلي محبت ۽ نفرت، ڪوڙ ۽ سچ جي ڇڪتاڻ ۾ ڇچندڙ ماحول ۾ هلندو آهيان. پوءِ هلندي هاندي، جڏهن مان جوان ٿيندو آهيان، تڏهن اِها ڪپيل ٻانهن تاريخ تي پوندي آهي. وقت جا ويري تاريخ سان پڄي نه سگهندا آهن. هو منهنجي ٻانهن ڪپي ڇڏيندا آهن. وري ڪو ٻار ان ڪپيل ٻانهن جي آڱر جهليندو آهي، ۽ تاريخ ٺهندي ويندي آهي. هيءَ ڪپيل ٻانهن منهنجي آهي، ۽ مان ئي هن ٻانهن جو وارث آهيان.“

پوءِ ان کان اڳ جو ڪنهن کي خبر پئجي سگهي ته ڇا ٿي

رهيو هو، ٻار هٿ وڌائي ڪپيل ٻانهن جي ڪل آڱر ۾ مٺ وڌي. ٻانهن صوبيدار جي هٿ مان ڇڏائجي ويئي. صوبيدار دهشت ۽ خوف کان هڻي ويو. ميجسٽريٽ ۽ ايس- پي پٽ سان لڳي بيهي رهيا. هرڪو پنهنجي جاءِ تي پنڊ پهڻ ٿي ويو.

ڪپيل ٻانهن هوا ۾ آپي تي بيٺي، ائين، ڄڻ ڪنهن غيبي انسان جي ڪلهي سان لڳل هئي. ٻار جي مٺ ڪپيل ٻانهن جي آڱر ۾ لوهه ٿي ويئي. ٻار وک وڌائي. ٻانهن هوا ۾ لُڏڻ لڳي، ۽ ٻار جي وک وک سان وڌڻ لڳي. ٻانهن تي سڪل رت ۽ مٽيءَ جا چاپڙ آلا ٿيڻ لڳا. ڏسندي ڏسندي، ٻانهن مان ٿمندڙ رت ۾ ٻار جو آڱر جهليل هٿ آلو ٿي ويو. ٻار ڪپيل ٻانهن جي آڱر جهلي اڳتي وڌندو ويو.

---

# نظريهء پاڪستان

١٤- جولاءِ تي صدر ڀٽي قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير ڪندي چيو: ”اسان نڪ اکيڻ لاءِ رومال ڪيون ٿا. پاڪستان جو نظريو اسانجي آڏو اچي ٿو، اسان ڏندن کي برش هڻڻ وڃون ٿا ته پاڪستان جو نظريو وچ ۾ اچيو وڃي. اسان نيرن ڪرڻ وڃون ٿا ته به نظريهء پاڪستان وچ ۾ اچيو وڃي. هر هڪ ڳالهه ۾ نظريهء پاڪستان آڏو اچي ٿو. اسان نظريي (نظريهء پاڪستان) جي نالي ۾ ايترا ٿاڦوڙا هنيا آهن، جو اسانجي پيرن هيٺان زمين (اوير پاڪستان) نڪري وئي آهي.

(’هلال پاڪستان‘ اخبار [ڪراچي] ٢٠ جولاءِ ١٩٧٢ع)

غلام نبي مغل

# يڪ نعرهٔ حيدري....!

منهنجو هڪڙو دوست آهي. جوان تمام ناهوڪو آهي. سندس منهن-مهانڊي، اٿي - ويهڻي، ڪپڙي - گندي ۽ ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ هن متعلق رڳو ائين اکر چوڻ ڪافي آهن، يعني هوُ بي روز گار آهي. بس وڏيڪ ڇا چوان! اوهان پاڻ سمجهو آهيو. مونکي ته وڏيڪ ڦؤلهه - ڦؤلهان جي عادت ڪهاني. ڊگرين ۽ سرٽيفيڪيٽن ڳولڻ ۽ حاصل ڪرڻ ۾ قهر ڪري ڇڏيا اٿس. انهيءَ ڳالهه ۾ بلڪل خفتي آهي. سندس نالو ڇڱو خاصو ڊگهو آهي. ذري گهٽ گڏس ترين پيو لڳي. نالو اٿس: ميان محمد بشير احمد لغاري بي.اي (آنرس)، ايم. اي. (مسلم هسٽري)، ايم. اي. (اسلامي ڪلچر)، ايم. اي. (رليجن)، ايل ايل. بي.— ۽ هاڻ بي. ايڊ. جو اضافو پڻ ٿيڻ وارو اٿس، انشا الله!— اهي ته ٿيون ڊگريون! هاڻ اچو سرٽيفيڪيٽن تي. همراهه کي ڊرائنگ جو انٽر پاس سرٽيفيڪيٽ، فرسٽ ائڊ ڪورس پاس سرٽيفڪيٽ، سول ڊفينس ٽرئننگ سرٽيفيڪيٽ — ۽ ڏهن پنڌرهن ڪلاس ون ۽ ڪلاس ٽو آفيسرن جا سندس شرافت بابت سرٽيفيڪيٽ اٿس.

ڪجهه ڏينهن ٿيا مونکي رستي پنڌ مليو. بلڪل ٽپ ٽاپ. چنڊيل ڦوڪيل. اکين ۾ سرمي اميدن جا ڏيئا ٻاري ڇڏيا هئس. ڏاڙهي مچون صفا چٽ، صاف سٿرا ڪپڙا، پر رفتار ڍري هيس جيڪا سندس اصول جي خلاف هئي. هو هميشه سي. ايس. پي. آفيسرن وانگر ڦڙت ۽ مختيارڪار مان پروموٽ ٿيل ڊپٽي ڪليڪٽر وانگر سنجيدگيءَ واري سوچ ۾ ٻڏل هوندو هو ۽ دلي خواهشن جي اڇل في الحال ٿرڊ ڪلاس مئجسٽريٽ ۽ هيڊ منشيءَ جهڙي هيس. هيڊ منشي به اهو، جيڪو چاڻ مختيارڪار ٿيو. باقي همراهه جو ٻاهريون ڏيک سي. ايس. پي جي بنا سفارش واري اميد وار جهڙو هو. هڪڙو اصول مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب 'سائو پن يا ڪارو پنو' تان 'شڪريي

سان ' کنبو هڻائين. هن پڪو پهه ڪيو هو تہ جيئن ئي نوڪري ملندس تہ پهرئين ڏينهن ئي آفيس ۾ وارد ٿي، سڄي اسٽاف سامهون، پنهنجي ڪرسيءَ جو پويان ٽيڪ ڏيڻ وارو حصو ڪيرائي ڇڏيندو ۽ هڪ عدد ليڪچر بہ ياد ڪيو هئائين انهيءَ موقعي لاءِ — 'آفيس ۾ جڏهن انسان کي ڪم ڪرڻو آهي تہ کيس ٽيڪ ڏيڻ نہ کپي. ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ٻيو وقت مقرر هئڻ کپي. ڊيل ڪارنيگيءَ چيو آهي....' هاڻ آهستي آهستي اهو ليڪچر وسري ويو اٿس.

”يار تون آهين ڪٿي؟“ مون پڇيو.

”يار بس وڏي ماڻهو ٿيڻ ۾ رُڌل هوس.“ چٽي کلي ڏنائين.

”پوءِ آخر ڪو ڪڙتيل نڪتو يا —“

هو کلڻ لڳو. پر سندس منهن تي ڏسڻ - ۾ - نہ - اچڻ - وارا زخم ڏسي رهيو هوس.

”ٻڌو هوم ڪسٽمس ۾ پريونٽو آفيسر جي جاءِ ملي هيئي!“

”ها آرڊر تہ نڪتا پئي، پر اوچتو آسمان ڪڙڪيو ۽ مٿان وڏي سفارش اچي ويئي ۽ ڳالهہ وڃي قومي ترانہي تائين پهتي.“

”نئشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾....“

”اُتي منهنجي قابليت مون سان دوکو ڪيو.“ هو اجا کلي رهيو هو.

”سو ڪيئن؟“ مون پڇيو.

”ادا، لکت ۾ تہ سيني اميد وارن کي ماري مات ڪيم، پر انٽرويو ۾ صفا ناڪام ويس. مونکان پڇيو ويو تہ: 'پاڻ ڪير آهين؟' مون چيو: 'سنڌي'. پڇيئون تہ: 'تون لغاري آهين. يعني بلوچ — پوءِ سنڌي ڪيئن؟' مون جواب ڏنو تہ: 'منهنجا ابا ڏاڏا سنڌ ۾ آيا هئا ۽ انهن پوءِ سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهيو ۽ هاڻ اسين پاڻکي سنڌي سمجهندا آهيون.' مونکي چوڻ لڳا تہ: 'انهيءَ جي معنيٰ تون بہ پناهہ گير آهين. اسين ڪٿي جونيئر پناهہ گير آهيون، تون سينئر پناهہ گير —' مون وراڻيو: 'پناهہ گير اُهي آهن، جيڪي پاڻکي پناهہ گير سمجهن ٿا. آءٌ سنڌي آهيان.' هڪ پوڙهي ٺوڙهي ميمبر کنگهڪار ڪري چيو: 'نوجوان مونکي افسوس آهي تو جهڙو پڙهيل نوجوان ايڏو تنگ نظر.

پاڪستاني چوائڻ تي پرو ٿو چڙهيئي. هاڻ ڪير سمجهائي انهيءَ پوڙهي ٿوڙهي کي: مونکان اهو پڇيو ويو هو ته ڪير آهين ۽ نه ڪي اهو ته تنهنجي قوميت ڇا آهي. اهو سوال ته ملڪ کان ٻاهر پڇبو آهي. انهيءَ پوڙهي ٿوڙهي جي چوڻ مطابق جي منهنجي نظر تنگ هئي ته ويڪري سندن به نه آهي.“

اسين ٻئي کلڻ لڳاسين.

”پلا پي. آءِ. آءِ. ۾ به ته، ويو هئين ـــ؟“ وري پڇيومانس.

”ها اُتي جواب ڏنئون ته سنڌي اميدوارن جي دل زمين کان مٿي اڏامڻ مهل ٻڌڻ لڳندي آهي. مون ٻڌايومان ته مون زمين جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڪئي آهي. جواب مليو ته في الحال زمين تي سنڌين لاءِ ڪا به جاءِ خالي نه آهي. جڏهن خالي ٿيندي ته يو ول بي انفارمڊ اڪارڊنگلي!“

مون ڳالهه ڦيري، ”سنڌ سيڪريٽريٽ ته اصل پنهنجي لڳي پئي آهي. اُت گهڻائي ڪاتا آهن ۽ سڀ وزير ۽ آفيسر سنڌي آهن اُت ڪوشش ڪرين ها.“

هو کلڻ لڳو. ”برابر، وزير ۽ آفيسر سڀ سنڌي آهن. پر سائين، اُت نوڪري وٺڻ جڻ حاتم طائيءَ وارا ست سوال پورا ڪرڻا آهن.“

”چرچا ٿو ڪرين يار!“

”چرچا مونسان ٿيا اٿئي. هڪ ڊپارٽمنٽ ۾ نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏنم ته خبر پئي ته جي تنڊي محمد خان جي فلاڻي زميندار کان چوَرائين ته ڪم ٿي وڃئي. سائين ويس انهيءَ زميندار ڏانهن. خبر پيئي ته اهو اڳئي ڪراچي ويل آهي. وري پهتس ڪراچي ۽ بادشاهه سلامت سان حال احوال اورئيم ـــ چيائين: ’ادا تون سنڌي آهين اڪين تي پر مون اڳواٽ رئيس ڏاڳاٽي خان، تنڊي غلام علي واري جي پٽ لاءِ سفارش ڪئي آهي. هُو منهنجي تڪ جو وڏو زميندار آهي. سياڻي جي آءٌ چوندڻ ۾ ٻيهان ته هُنجي مدد ته مون لاءِ تمام ضروري آهي. هڪ خسيس پوسٽ جي لاءِ آءٌ ساڻس ڦٽائي ته نٿو سگهان. وڏيڪ چيائين: پٽ، تون سياست کي نٿو سمجهين ـــ‘ پوءِ اهڙيءَ

ريت ڏاڍو گهميس. ڪڏهن قنبر ته ڪڏهن رتوديرو، لاڙڪاڻي مان
ٿيو خيرپور اچان. آتان سڌو ٽنڊو آدم. سلطان ڪوٽ کان ڪنڊ ڪوٽ
۽ پوءِ وايا ڪشمور- گهوٽڪي، سڌو نئي اچان. خبر پئي ته نئي وارن
جي نئي هلي. دادو وارا ته اڳ ئي بي مهابا ٿيو لسٽ مان نالو ڪٽائي
وينا آهن. هالن جا حال نه پڇ. رٽائرڊ آفيسرن جا آت ميلا ۽ عرس
ٿيندا آهن. هالن واري لسٽ ايڏي ڊگهي آهي جو منهنجو وارو اچڻ
مشڪل آهي ۽ جي آيو بہ، ته منهنجي عمر وچي رٽائرمينٽ تي پهچندي.
هنن جو ڏوهه بہ ڪونهي. سيني سائينءَ کي ووٽ ڏنا هئا ۽ سائين بہ
سيني کي آسرو ڏيئي ڇيو."

"نہ يار ائين ڪيئن هوندو." مون چيو، "مون ٻڌو آهي ته
اڳين ظالمن ۽ آمر حاڪمن جي دور ۾ جيڪي سنڌين سان نوڪرين
۾ ڏاڍايون ٿيون هيون، پر هينئر سنڌي نوجوانن کي پنهنجو حق ملي
پيو. ڪوڙ جوان نوڪري تي چڙهيا آهن."

"اها ڳالهه صحيح آهي پر...."

"پر ڇا....؟"

هو چوڻ لڳو: "يار اسانجي اُنهن سنڌين کي نوڪريون پيون
ملن ۽ وڏن وڏن عهدن تي پيا مقرر ٿين، جيڪي وڏن زميندارن،
جاگيردارن ۽ وڏي پئماني تي شوقين ماڻهن جا سفارشي آهن. ۽ ٻئي
پاسي جيڪي اصل اهل ۽ سنڌ جي نوجوانن جي ڪريم آهي، سا
رستن تي رُلي پئي. هانوَ ٻڏل ۽ مايوس. تون رڳو اهو سوچ ته جيڪي
سفارشي ۽ نا اهل سنڌي جوان، وڏيرڪي ذهنيت جا نمائندا، هينئر
سنڌ جي نصيب جا مالڪ پيا ٿين، سي ٢٥ يا ٣٠ سال پنهنجي نا اهلي
۽ سفارشن سان پيا سنڌ جي نصيب کي لٽيندا. هي زمانو مقابلي جو
آهي. ذهين سان ذهين ئي ٻچي سگهندو، نہ ڪي سفارشي."

"يار، تون واقعي ڏکويل آهين." مون جان ڇڏائڻ جي
ڪوشش ڪئي.

"مون جهڙا گهڻائي ڏکويل سوچين پيا ته ملڪ کان ٻاهر
وڃي نوڪريون ڪن ۽ گهڻا جوان وڃي چڪا اٿئي."

"خير، هاڻ تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟" مون ڳالهه بدلائي.

”بس وچان پيو سائين عبدالوهاب شاھ جيلانيءَ جي روضي تي. وڃي ڪا دعا ٻُوا گهران. من اهو ڪي سفارش ڪري.“
”سائين عبدالوهاب شاھ جا تعلقات وڏن نندن ۽ وچولن منسٽرن سان آهن ڇا؟“
”جي ــــ!“ هن منهنجي ڳالھ نہ سمجهي.
”آءٌ سمجهان ٿو تہ سائين عبدالوهاب شاھ جيلانيءَ جا تعلقات اهڙا ڪونهن، جو هنجي چوڻ تي تو ڪي نوڪري ملي. انهيءَ کان بهتر آهي تہ سائين دائم علي شاھ جيلاني سان مل. اهو مڙيئي ڪجھ ڪري سگهندو.“
”سائين دائم علي شاھ جيلاني بادشاھ جو روضو شريف ڪٿي آهي؟“ هن پڇيو.
”اڙي چريا،“ مون کيس سمجهايو، ”هُو جيئرو سائين آهي. هاڻ گذري ويل پيرن، شاهن ۽ فقيرن وٽ وڃڻ اجايو آهي. ڇٽن شاھ بخاري تي پڙ باسڻ کان چڱو اٿئي جو حسين شاھ بخاري وٽ وڃ، جنهنجي هلي ٿي. نئون زمانو، نئون دوُر ۽ نوان پير!“
هُو مون وارو يار کلڻ لڳو ۽ ڳالھ سمجهڻ لڳو هو. کلي کلي روئڻ هارڪو ٿي پيو. ”يار، سوچيم تہ نوڪري ملڻ ڏکي آهي، چو نہ اڄڪلھ واري نموني سنڌ جي خاطر، ملڪ جي خاطر، قوم جي خاطر ڪنهن مظاهري ۾ جان ڏيئي شهيد ٿي وڃان. هن دنيا ۾ نہ تہ من ٻي دنيا ۾ ڪو منصب ملي ۽ مزا ماڻيان. پر جڏهن سوچ ڪيم. غور سان ويچاريم ۽ ويچاري اڃان پڪو پھ ڪيم تہ انهيءَ رات خواب ۾ هڪ ملائڪ ڏٺم ــــ چئي پيو: 'اي نادان نوجوان، مان جنت الفردوس جي انهيءَ حصي مان آيو آهيان جت فقط شهيد رهن ٿا. مان جنت جي انهيءَ حصي جي ائڊمنسٽريشن جي پاران، نمائيندي جي حيثيت ۾ تو ڪي ٻڌائڻ آيو آهيان تہ اهو شهيد ٿيڻ جو خام خيال ڇڏي ڏي. اسانوٽ پاڪستان مان گذريل ٻن ٽن سالن ۾ ايترا شهيد آيا آهن، جو سڄو نظام هيٺ مٿي ٿي ويو آهي. هڪ مسئلو اهو بہ آهي تہ پاڪستان مان آيل شهيد، جانچ پڙتال تي، هڪ ٻئي جي خلاف تهمتون پيا هڻن تہ رڳو پاڻ اصلي شهيد آهن، ٻيا رڳو

نام نهاد شهيد آهن. هڪڙا چون ٿا ته: شهيد اهو آهي جيڪو اردو لاءِ جان ڏئي ٿو ۽ ٻئي پاسي وارن شهيدن جو وري ٻيو ڪليم آهي. ڪلمن ۽ شهادتن جو مڪمل رڪارڊ حڪومت پاڪستان ڪان گهرايو پيو وڃي. ڪيس گهڻا ٿي پيا آهن، انهيءَ ڪري سينئر شهيدن تي مشتمل ڪيترائي ٽربيونل قائم ڪيا ويا آهن ۽ اڃا لکين ڪيس فيصل ٿيڻا آهن، جنت ۾ جهڙي افراتفري ڦهلجي ويئي آهي، سائين ڪو چرچو ٿورئي آهي. اسلامي جنگين واري دؤر ۾ به ايترا شهيد ڪونه آيا، جيترا پاڪستان ايڪسپورٽ ڪيا آهن. باقي اي نوجوان، جي حياتيءَ کان واقعي ڪَڪَ ٿي ويو آهين ته موت جا ٻيا هزارين طريقا آهن سي آزمائي ڏس. اجايو بي همتو ٿيو آهين. مڙس ٿي. اجايو اسانکي ڏچي ۾ نه وجهه.''

”پوءِ تو ڇا ڪيو؟“ مون پڇيو.

”بس هاڻي شهادت جو خيال لاهي،“ مون واري دوست چيو، ”قائد عوام صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي انهن تقريرن جو مطالعو پيو ڪريان، جن ۾ پاڻ فرمايو اٿن ته: هيءَ عوامي حڪومت آهي. هت سڀ عوام جو آهي. هاڻ ڪا به سفارش نه هلندي. پر اهو صدر صاحب جو ويجهو ترين مائٽ هجي. جيڪڏهن اهل آهي ته نوڪري ملندي. نا اهلن جي هن عوامي حڪومت ۾ ڪا به جاءِ نه آهي....“

مون واري يار اڃا ڳالهايو ئي پئي ته اوچتو سندس ڪابي ڳل تي چماٽَ جو زيپٽ ٿي ويو ۽ همراه وڃي پري ڪريو. مون ڏٺو هڪ اڌ اگهاڙو مست درويش سامهون بيٺو هو. اکين ۾ غيض سان تيز ۽ هٿن ۾ فيض هوس.

”نالائق!“ درويش مون واري يار سان جلالي انداز ۾ مخاطب ٿيو. ”حرامي تو کي عوامي حڪومت جي خلاف ڳالهائڻ جو ڪهڙو حق؟ آمر جي حڪومت هجي يا عوامي حڪومت. تو کي خبر نه آهي ته حڪومت وري به حڪومت ٿيندي آهي. عوامي عوامي عوامي — تيسَتائين ٿي پئي اٿئي عوامي جي — حڪومت ساڳي آهي. اڳي به پنهنجي هئي، هاڻ به پنهنجي! حڪومت کي ساڳي نظرن سان ڏس — هاڻ نظرون نه ڦير!“

ائين چئي درويش وٺي رڙ ڪئي ، ”يڪ نعرهء حيدري!— جيئي علي! سدا جيئي!“

مون وارو يار ڏڪي ويو ۽ ليٽي پيٽي، ڪپڙا چنبڙي اٿيو ۽ سمجهيائين ٻيڙا پار ٿي ويا!

---

توفيق الحڪيم (عربي ڪهاڻي)

# معجزن جو واپار

پادري دستور موجب سوير اٿيو. پکي اڃا پنهنجي آکيرن مان ڪونه نڪتا هئا. هن پوري دلجمعي سان عبادت شروع ڪئي. مشرقي سر زمين جا ماڻهو خواهه مذهبي عالم هنجي عزت ڪندا هئا. پنهنجي دروازي اڳيان هن هڪ ڪجيءَ جو وڻ پوکيو هو، جنهنکي روز صبح جو، سج اڀرڻ کان اڳ اُٿي، هو پنهنجي هٿن سان پاڻي ڏيندو هو.

هڪ ڏينهن صبح جو، هن ڪجيءَ کي پاڻي ڏيئي، جيئن ئي اندر وڃڻ پئي گهريو ته پنهنجي چوڌاري، مغموم ماڻهن جو هڪ ميڙ ڏٺائين. انهن مان هڪڙي مڙيئي همت ڪري، نيزاريءَ وچان چيو: ”فادر، اسانکي بچاءِ. تو ڪانسواءِ اسانکي ڪوبہ ٻئو بچائي سگهي. منهنجي مرٽيننگ زال تنهنجيون دعائون وٺڻ ٿي گهري تہ جيئن سک سان مري سگهي.“

”هوءَ ڪٿي آهي؟“

”پرسان واري ڳوٺ ۾. چڙهيءَ لاءِ جانور هڪيا تڪا آهن.“ اُن شخص ستنجهيل گڏهن طرف اشارو ڪندي چيو.

”چڱو بابا، آءٌ هلان ٿو.“ پادريءَ چيو، ”ٿورو ترسو تہ مان پنهنجي پاڙن کي ڪم ڪار سمجهائي اچان.“

”وقت ڪونهي.“ هنن سڀني گڏيل آواز ۾ چيو،“ عورت مرڻ تي آهي. شايد سندس جيئري پهچي بہ نہ سگهون. اسان تي مهرباني ڪرڻي اٿيئي ۽ عورت کي بچائڻو اٿيئي تہ هڪدم گڏجي هل. پنڌ پري نہ آهي ۽ تاڪ منجهند کان اڳ هلي سهڙنداسون.“

”جي ائين آهي تہ پوءِ هڪدم هلو،“ پادريءَ چيو. هُو گڏهن ڏانهن وڌيو. ماڻهو هنجي پنيان پنيان هلڻ لڳا. هڪ گڏهہ تي پادريءَ کي ويهاريائون ۽ ٻئي تي بيمار عورت جي مڙس کي ويهاريائون ۽ تکا تکا روانا ٿيا.

ڪلاڪن جا ڪلاڪ پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ پادريءَ پڇيو، ”اچا ڳوٺ ڪيترو پري آهي؟“ هو ورائي ورائي اهو پڇندو رهيو جنهن تي هنن هر هر پئي ورائيو، ”بس، اچي پهتا آهيون.“ منجهند ڌاري ڳوٺ نظر آيو. ايڏو ڳوڙ ڏسي ڪتن ڀؤنڪڻ شروع ڪيو. ماڻهن ۾ اچي ڪيڪارين. پوءِ هو سڀ ڳوٺ جي هال ڏانهن وڌيا. هو پادريءَ کي ان ڪمري ۾ وٺي ويا جتي عورت بستري تي ستل هئي ۽ سندس اکيون ڇت ۾ کُتل هيون. هن ڪيس سڏيو پر عورت ڪو جواب نه ڏنو جو مرڻ ڪنڌيءَ پهتي هئي . پوءِ هن سندس مغفرت لاءِ دعائون گهرڻ شروع ڪيون ۽ اچا پڙهڻ مس بند ڪيائين ته عورت هڪ اُڀو ساهه کنيو ۽ سڏڪن ۾ اچي پيئي. هنجون اکيون کلڻ لڳيون ۽ چٽيءَ طرح نظر اچڻ لڳس. ڇُر ڀُر ڪيائين ۽ پڙ پڙ ڪري چوڻ لڳي، ”آءٌ ڪٿي آهيان؟“

”تون پنهنجي گهر ۾ آهين،“ حيران پريشان پادريءَ چيو.

”مونکي پاڻي پياريو.“

”پاڻيءَ جو گهڙو آڻيو.“ هنجي چوڌاري بيٺل ماڻهن رڙ ڪئي،

”پاڻي ڪٿي اچو.“

”ڪجهه کائڻ لاءِ آهي؟ مونکي بک لڳي آهي.“ سڄي گهر ۾ ٽرٽلو مچي ويو ۽ هرڪو ڪجهه نه ڪجهه کاڌو آڻڻ لڳو. عورت ڍءُ ڪري کاڌو. سيني حيرت وچان ڪيس پئي ڏٺو. ماني کائي هوءَ بستري تان اُٿي ۽ گهر ۾ گهمڻ ڦرڻ لڳي ۽ چست ۽ چوبند نظر پئي آئي. ماڻهو پادريءَ جي سامهون سجدي ۾ ڪري پيا ۽ هنجي هٿن ۽ پيرن کي چمندي چوڻ لڳا، ”اي پهتل شخص، تنهنجي دعا سان هن عورت کي نئين زندگي ملي آهي! اسان شڪرگذاريءَ طور توکي ڇا پيش ڪريون؟“

”مون اهڙي ڪا ڳالهه نه ڪئي آ جو شڪريي يا انعام جو مستحق بڻجان.“ پادريءَ چيو، جيڪو ان واقعي تي اچا حيرت ۾ غلطان هو، ”اهو ڪم خدائي طاقت ڪيو آهي.“

”تون ڇا ٿو چئين،“ گهر جي مالڪ چيو، ”اهو معجزو هو

جيڪو خداوند ڪريم تنهنجي هٿان ڏيکاريو. تون اسانجي نماڻي ڀڄهري ۾ آيو آهين ۽ پاڻ سان اسان لاءِ عزت ۽ بخت ڪٺي آيو آهين. اسانکي مهمانداري جا فرائض پورا ڪرڻ کان نه روڪ."

هُن اُن پهتل شخص لاءِ هڪ سانتيڪو ڪمرو تيار ڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ اتي ترسايائونس. جڏهن به پادريءَ وڃڻ جي خواهش ڏيکاري ته گهر ڌڻيءَ چيس ته هو قسم کڻي ويٺو هو ته تن ڏينهن کان اڳ وڃڻ نه ڏيندس. پنهنجي زال جي حياتي بچائڻ واري جي ايتري خدمت به نه ڪري؟

ان وقت گهر ڌڻيءَ پادريءَ جو ڏاڍو خيال رکيو ۽ ڏاڍو مانُ ڏنائينس. جڏهن هنجي وڃڻ جو وقت ٿيو ته هن لاءِ هڪ وهٽ تيار ڪيو ويو ۽ ان ڪانسواءِ گهرو ڀڪل ماني، ڪڪڙ ۽ گرجي جي فنڊ لاءِ پنج پائونڊ به ڏنائونس. اجا هنکي در تائين مس پهچايو هئائون ته هڪ ماڻهو سهڪندو آيو ۽ اچي پادريءَ جي پيرن تي ڪري پيو: "فادر،" هن چيو، "تنهنجي معجزي جي واڪاڻ آس پاس جي ڳوٺن تائين پکڙجي چڪي آهي. منهنجو چاچو جيڪو پيءُ جي برابر اٿم، موت جي ڪنڌيءَ تي پيو آهي. هو تنهنجي دعا جو طالب آهي. ائين نه ٿئي جو تنهنجي دعا ملڻ کان اڳ ۾ ئي هنجو روح پرواز ڪري وڃي."

"بچا، آءٌ ته گهر وڃڻ لاءِ سنبريو ويٺو آهيان."

"ان ڪم ۾ دير نه لڳندي. مان تيسين توکي نه ڇڏيندس جيسين هلي منهنجي چاچي کي نه ڏٺو اٿيئي." ان شخص گڏهه جي رينن ۾ هٿ وڌو ۽ ڪاهڻ لڳس.

"تنهنجو چاچو ڪٿي آهي؟" پادريءَ پڇيس.

"هتان بلڪل ويجهو آهي — ٻن ٽن منٽن جو پنڌ ٿيندو."

پادريءَ لاءِ وڃڻ کانسواءِ ٻيو چارو ڪونه هو. هو ڪلاڪ ڪن جي مسافريءَ کانپوءِ ان ڳوٺ ۾ اچي پهتا. اتي به هڪ گهر ۾، اڳئين وانگر، هڪ ماڻهو موت جي بستري تي ليٽيل نظر آيس. گهر جا ڀاتي، مريض جي چوڌاري اميد ۽ نااميدي جي گڏيل حالت ۾ ويٺل ڏٺائين. پادريءَ اجا دعا پڙهي مس ختم ڪئي ته معجزو ظاهر

ٿيو. موندڙ ماڻهو اتي ڪڙو ٿيو ۽ ماني ۽ پاڻيءَ جي گهُر ڪيائين. سڀ ماڻهو دنگ رهجي ويا ۽ قسم کڻي چيائون ته اهڙي سنت جي گهٽ ۾ گهٽ ٿي ڏينهن خدمت ضرور ڪندا.

مهمانداريءَ جو وقت پورو ٿيو ۽ پادري کي وڏيون عزتون ڏنائون. پوءِ اچا ڳوٺ جي ٻاهران هن لاءِ سوڪڙيون پاڪڙيون کڻي هنکي الوداع چوڻ لاءِ مس پهتا، ته ٽئين ڳوٺ مان هڪ ماڻهو آيو ۽ پادريءَ کي ساڻ هلڻ لاءِ چيائين ته ان ڳوٺ جا ماڻهو به اهڙي سنت جا قدم چمڻ جو شرف حاصل ڪن جنهنجي شهرت سڄي ضلعي ۾ پکڙجي چڪي هئي.

پادريءَ لاءِ جان ڇڏائڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ ٽئين ڳوٺ وارو ماڻهو هنجي وهٽ جون ريٺون جهلي ڪاهڻ لڳو تان جو اچي ڳوٺ پيڙا ٿيا. اتي هنکي هڪ اپاهج نوجوان نظر آيو. اچا پادريءَ هٿ مس لڳايس ته اٿي نچڻ ٽپڻ لڳو. ٻڌن، جوانن ڳوٺي ٻارن خوشيءَ وچان هُوڪار مچائي ڏني. سيني چيو ته معجزا ڏيکاريندڙ سنت جو پليءَ آڏر پاءُ ڪرڻ جڳائي جيڪو هنن ٻين ڳوٺاڻن وانگر ڪيو. وقت گذرڻ ڪانپوءِ ڳوناٺا پنهنجي معزز مهمانن لاءِ اچا به وڏيڪ سو ڪڙيون کڻي آيا ۽ اچي گڏهه جي مٿان سٿيائون جيڪو ويچارو اڳين سو ڪڙين جي بار ڪان ئي اڌ مئو ٿي پيو هو. هنن اڳين ڳوٺن ڪان به وڏيڪ پئسا ڏنس تانجو ڪل ويهه ڪن پائونڊ گڏ ٿي ويس. آهي هن هڪ ٿيونءَ ۾ رکيا ۽ اهو ڪپڙن ۾ لڪائي رکيائين. هو گڏهه تي چڙهي ويٺو ۽ ڳوناٽن کي چيائين ته ڳوٺ جي ٻاهر تائين هنکي ڇڏي اچن. هو سڀ هنجي گڏهه جي پٺيان هلڻ لڳا.

”اسانجون حياتيون تنهنجي ملڪ آهن،“ هنن چيو، ”اسان توکي تيستائين نه ڇڏيندا سون، جيستائين توکي پنهنجن وٽ نه پهچائيندا سون. تون سون جهڙو قيمتي آهين.“

”مون توهانکي ڪافي تڪليف ڏني آهي،“ پادريءَ چيو، ”پر رستو خطرناڪ آهي ۽ اڄڪلهه چوراڪاري به ڏاڍي لڳي پيئي آهي.“

”سچ ٿو چوين. ڏينهن ڏني جو ماڻهن کي پڄايو وڃن.“

”حڪومت بہ هن خرابيءَ جي پاڙ نہ پٽي سگهي آهي.“ پادريءَ چيو.

”مونکي معلوم ٿيو آهي تہ ڦورو ڏينهن ڏٺي جو مسافرن جون لاريون بيهاري شاهوڪار مسافرن کي پڃايو وڃن ۽ گهڻ پئسا وٺي پوءِ کين ڇڏي ٿا ڏين. ڪڏهن تہ سپاهين جي لارين ۾ موجود هوندي بہ ائين ٿا ڪن. ڪنهن ٻڌايو پئي تہ ڦورن جي هڪ ٽولي هڪ دفعي ڪا بس بيهاري. مسافرن ۾ بہ سپاهي بہ هئا. جڏهن ڌاڙيلن جي چونديل شڪار سپاهين کي مدد لاءِ پڪاريو تہ هنن چيس: پڇ پري اسانکي وچھ ڏي.“

ماڻهو کلڻ لڳا ۽ پادري کي چيائون، ”ڊڄ نہ، جيستائين تون اسانجي حفاظت ۾ آهين تہ وهٽ تان تيستائين نہ لهندين جيستائين پنهنجي عزيزن قريبن وٽ نہ پهتو آهين.“

”مونکي توهانجي بهادريءَ تي ڀروسو آهي. توهان مونکي مان ڏنو آهي ۽ چڱي چوکي خدمت چاڪري ڪئي اٿو.“

”ائين نہ چئہ— تون اسان لاءِ ڏاڍو قيمتي آهي.“ هو پادريءَ جي پٺيان هلندا هنجا گهڻ ڳائيندا ويا ۽ سندس معجزا بيان ڪندا ويا. هو سندن لفظن تي ويچار ڪندو رهيو ۽ ان بابت عجب وچان سوچيندو رهيو جيڪو ٿي گذريو هو. آخرڪار چوڻ لڳو، ”گذريل ڪجهہ ڏينهن ۾ جيڪي ڪجهہ ٿيو آهي، اهو مون لاءِ عجب جو باعث آهي. ڇا اهو ممڪن آهي تہ سڀ ڪجهہ منهنجي دعائن جي برڪت سان ٿيو هجي؟“

”توکي ان ۾ شڪ آهي ڇا؟“

”آءٌ ڪو پيغمبر نہ آهيان جو سٺن ڏينهن ۾ ايڏا معجزا ڏيکاري سگهان. اهي معجزا مونکان توهان ڪرايا آهن.“

” اسان؟ “ هنن يڪ آواز تي حيرت وچان پڇيو، ”تنهنجو مطلب ڇا آهي؟“

”توهان. توهان ئي انجو مکيہ ذريعو آهيو.“

”توکي اهو ڪنهن ٻڌايو؟“— هو هڪ ٻئي ڏانهن تڪڻ لڳا.

”اهو توهانجو عقيدو آهي،“ پادريءَ چيو: ”عقيدي اهو سڀ

ڪجهه ڪرايو آهي. اوهان ان طاقت کان بي خبر آهيو جيڪا عقيدو رکندڙ جي روح ۾ رچيل آهي. عقيدو هڪ طاقت آهي، بابا، عقيدو هڪ طاقت آهي. معجزا اوهانجي دلين جي گهراين ۾ دفن ٿيل آهن، ائين جيئن ٻاڦي پٿرن ۾ لڪل هوندو آهي ۽ عقيدو ئي انجي ڦاٽڻ ۽ ظاهر ٿيڻ جو سبب بڻجي ٿو.“ هو ان نموني جون ڳالهيون ڪندو رهيو ۽ ماڻهو ڪنڌ ڌوڻيندا رهيا. هو جذباتي ٿيندو ويو ۽ اهو به نه ڏسي سگهيو ته ماڻهو آهستي آهستي ڪک پن تي رهيا هئا. پنهنجي ڳوٺ پهچي هوش ۾ آيو ۽ گڏهه تان لهي ڌرتيءَ تي پير رکيائين، پنيان ايندڙن جو شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ ڦريو ۽ ڳالهه بند ٿي ويس، جو ڏٺائين ته هو پاڻ اڪيلو هو—! هنجي حيرت گهڻو وقت نه هلي جو هنجي گهر جا ڀاتي ۽ ٻيا پادري هن ڏانهن ڊوڙندا آيا ۽ پاڪر پائڻ ۽ چمبون ڏيڻ لڳس. خوشيءَ وچان هنن جي ڳلن تان ڳوڙها ڳڙي آيا. انهن مان هڪ هنکي پاڪر پائي چيو، ”شڪر خدا جو. تون نيٺ خير سان پهچي وئين. هنن پنهنجو انجام پورو ڪيو. پرواهه ناهي جو بدلي ۾ پئسا ورتائون. تون ته حفاظت سان پهچي وئين. پئسا تو کان وڌيڪ قيمتي ناهن.“

پادريءَ پئسن جو ٻڌي حيرت وچان پڇيو، ”ڇا جا پئسا؟“

”آهي جيڪي اسان ڦورن جي ٽوليءَ کي ڏنا سي.“

”ڦورن جو ٽولو؟“

”ها. آهي جيڪي تو کي پڄائي ويا هئا. پهرين ته هزار پائونڊن تي به راضي نه پئي ٿيا، چي: تون سون ۾ تورڻ جهڙو آهين. پر آخر اسانجي منٿ ميڙ ڪرڻ تي اڌ ورتائون. اسان چرچ فنڊ مان پنج سو پائونڊ ڏيئي تو کي موٽرايو آهي.“

”پنج سؤ پائونڊ؟! اوهان مون لاءِ ڏنا؟ هنن توهانکي چيو هو ته مونکي پڄائي ويا هئا؟“

”تنهنجي گم ٿي وڃڻ جي ٽئين ڏينهن ڪي ماڻهو اسان وٽ آيا ۽ چيائون ته هڪ ڏينهن صبح جو تون ڪجيءَ کي ٻاڦي ڏئي رهيو هئين ته ڪي ڌاڙيل تو کي پڄائي ويا. هنن قسم کڻي چيو ته تنهنجي لاءِ مقرر ڪيل رقم نه ڏينداسون ته تو کي ڌاڙيل ماري وجهندا ۽ جي

ڇٽي پريندا سون تہ حفاظت سان هتي پهچائي ويندءِ."

پادري انهن لفظن تي ۽ انهن واقعن تي، جيڪي ٿي گذريا هئا، غور ڪندو رهجي ويو. "هاڻي سمجهيم،" هن چڻ پاڻ سان پٽي ڳالهايو، "هو مرندڙ ماڻهو، هو بيمار ۽ اپاهج جيڪي مونکي ڏسندي ئي ٽپ ڏيئي اٿي ڪڙا ٿيا هئا! اهو راز هاڻي کليو."

هنجا مٽ مائٽ وري ويجهو اچي وڪوڙي ويس ۽ هنجي ڪپڙن ۽ بدن کي ڇهي، خوشيءَ وچان چوڻ لڳا، "فادر، تنهنجي سر ڪان مٿي ڪا شئي ناهي. اميد تہ قيد ۾ هنن توسان سختي نہ ڪئي هوندي. ڇا ڪيائون؟"

هن واڙو ٿي پڏاين، "مونکان معجزا ڪرايائون ـــ معجزا، جنجو وڪرو چرچ کي مهانگو پيو."

ـــ سنڌيڪار: بشير مورياڻي

---

!

"سنڌ جو عوام سنڌيءَ جو حامي آهي."ـــ ڊاڪٽر محمد اوستو (مشرق ٤- جون- ١٩٧٢ع)

■ اوستا صاحب، چوڻي آهي: جهڙو ديس، تهڙو ويس. ايوب جي ڏينهن ۾ اوهان اردوءَ جي فائدي ۾ بيان ڏنا هئا. هاڻ سنڌيءَ جي حمايت ۾ بيان ڏئي رهيا آهيو.

ايندڙ ڪنهن نئين حڪومت ۾ پڪ ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي حمايت ۾ زوردار بيان ڏيندا.

بيت
غزل
گيت
نظم
دوها
وايون
نظم
وائي
نظم
چئوڻ
غزل
وائي
غزل

# شعر

شيخ اياز
تنوير عباسي
اِمداد حسيني
قمر شهباز
منظور قريشي
سروچندر "شان"
انور
ملڪ نديم
سرفراز راڄڙ
مير محمد پيرزادو
صدرالدين شيخ
محمد عثمان سولنگي
مشتاق باگرائي

شيخ اياز

# روُمڙ ڪئي رات ڦٽيل مروڻ وانگيان

روُمڙ ڪئي (۱) رات ڦٽيل مِروُڻ وانگيان،
سڀ ڪي پنهنجي ساهه جي هرڪنهن آجهي تات ۾،
پهچي جان پريات، ڇنهن ڪو آهي آجيو؟

روُمڙ ڪئي رات ۾ ماڙهو پڪن هيرئان (۲)،
تُندي ۽ طوفانَ جي هرڪنهن آجهي تات ۾،
مِروُڻ ڪيو مات ساهسُ (۳) ساري ڏيهه جو.

هوُ اوندهه جي اوٽ ۾ سِج آئي تو چارُ،
تيسين سهسائي وَڃو پويون مِروُڻ وارُ،
اُف! هي اندوڪارُ، اُف! هي راڳا رات جا.

---

(۱) رومڙ ڪرڻ- وحشي درندي جو حملو ڪرڻ
(۲) پکن هيرئان- گهرن ۾ رهڻ تي هريل
(۳) ساهس- همت، جرئت، بهادري

# ڪنڌ کهاڙي هيرئان

ڪنڌ نوائي ڪانئرؤ ورتو آپري واٽ،
ڏمري، جوڳيءَ جاٽ، ڏنتو آڏيءَ آڪ سان!

هي جا ڪن ٿا ٻوڪ، ڏري ساري ڏيهه لئه،
تن جا اندر ڪينئرا ٻزدل بابو لوڪ،
ها، هو سگهر ٿوڪ، ڪنڌ کهاڙيءَ هيرئان(۱).

ها، هو مڙس منهير، ڪنڌ کهاڙيءَ هيرئان،
ٻانهون ٻڌڪهر واسيون ڪيڙيءَ ڪر چيل پير،
ڪانئر وڃائن ويرَ، مري ملهن ماڳ ۾.

هي جو ڪوسو ڪيچ ۾ هي جو وَنيءَ وَرُ،
جنهن کي پيارو ديس ڪان آهي پنهنجو گهرُ،
اِن جو کهڙو آسرو اِن ڪانئر کان ڏرُ،
تون جو ڪاهين هرُ، ڪنڌ کهاڙيءَ هيرئان!

جيڏا! تن جي جاڳ ۾ منهنجا سارا ماڳ،
سنڌ آياڳيءَ ياڳ، ڪنڌ کهاڙيءَ هيرئان.

---

ڪهاڙيءَ هيرئان - ڪهاڙيءَ تي هريل

تون ڏاتو تون هرُ ڪنڌَ ڪُهاڙيءَ هيرٿان،
آهين مُنهنجي ڏيهہ ۾ تؤن پيٽي تــؤن پرُ،
ڪَندو سِندُ آمرُ، جهوبو تُنهنجي جيءَ جو.

توکي پَنا پيٽَ ۾ توُن چـا وڙهندين، پَچُّ،
وَڃي آني وَڄُّ، جِت نہ جوکو جيءَ جــو!

مُڙس تہ ڪُلهيي ڪوڏيو پيو جيئن رَنيي رڍُّ،
چـــا چـــا ڍائـــي ڍِڍُّ، ٻولَ ٻُڌايئہ ٻولڙيا!

آيـــو سوُريءَ سَڏُ، لِڪّي وئين لوڪَ ۾،
ڏاها، تون پـي ڏَڏُّ، جي تــو سانگو ساهہ جو!

آءُ ڪَڙهائيءَ ڪَڙُهہ، آءُ تہ پَرکيون پاڻ کي!
هوُنءَ تہ پيو پڙُهہ، پڙهہ مـان چا تو وَري!

جي تو سکهہ سرير ۾ آءُ چِڪَڻ مان چَڙُهہ،
هوُنءَ تـــہ پيو پڙُهہ، پڙهہ ٻــوڙيا ڪيترا.

چَنڊَ جيان چمڪن، ڏاتـا منهنجي ڏيهہ جـــا،
جَهنگن ۾ جهونجهارَ تا جهيڙيندي جهمڪن،
تـــارا تـــا تمڪن، مولهين مـــٿـان ماڳ ۾.

# آگ نہ اهڙا آگڙيا

هي جهي آيا هيل، آگ نہ اهڙا آگڙيا (۱)،
ڪَٽ ڪَڙهڻ جي ويل، چا چا جَرڪيا جيءَ ۾!

اَجُ جين ڦوڪي آگ، آگ نہ اهڙا آگڙيا،
ڏَمَڻ وَڏا ڀاڳ، ساري ڪَٽَ ڪَڙهي وئي.

ڪُٺي ڪُٺي ڪَٽَ ڪَٽَ ڪيائون پڌرو،
ڪيرُ لهارن مَٽ، اگ نہ اهڙا آگڙيا.

آگ نہ اهڙا مون ڏٺا ڏَنوٽيءَ مٿان ڏِگ،
لوهي جهڙا لِگَ، اکين آگ اڱارجي.

اُيري آيا آگ جان منجهان ڪِر ڪَپاٽ،
ڪيڏي چاڙَ چراٽ! اگ نہ اهڙا آگڙيا،

آگَ نہ اهڙو ويسُ، آگ نہ اهڙا آگڙيا،
ڏَمَڻ (۲) سارو ديسُ، سڀ ڪي چڻنگون چيت ۾.

---

(۱) آگڙيا - باهہ تي ڪم ڪندڙ لوهار
(۲) ڏَمَڻ - ڏنوٽي

## تنوير عباسي

●

هيءُ جو سچ اڀريو آهي،
منهنجو رڻ ڦٽو آهي.

سنگينن جي چنهنبن مان،
مون رستو ڳولهيو آهي.

ڏاريو آخر ڏاريو آ،
پنهنجو پرين پنهنجو آهي.

ڪنهنجي سيائپ جي آڏو،
ڏاڍو هيٺو ٿيو آهي.

پڃرو ٽٽي ويو آ پرزا،
پکيءَ ڏنو پڙڪو آهي.

هن تي رت جا داغ ڏسو،
هيءُ منهنجو پيرو آهي.

منهنجي لئه شوڪت ۽ شان،
هيءُ قاتل چولو آهي.

نرمل ۽ اجرو آ من،
لڙڪن سان ڌوتو آهي.

دوکو ڏئي ٿو جيڪو چئي،
هيءَ دنيا دوکو آهي.

چا بہ ٿئي جڳ ۾ تنوير،
جهڙو هئو اهڙو آهي.

امداد حسيني

# نوجوان شاگردن جو گيت

سنڌ جيئي
سدا جيئي
آمرُ جيئي
يلي جيئي
جيئي جيئي
چونءِ جيئي
يلي جيئي
سدا جيئي — جيئي جيئي جيئي جيئي

ڌرت لٿي
سُرت ملي
چنگ وڄي
آسَ پڄي
سنڌ بچي
جان وڄي
چونءِ وڄي
يلي وڄي
لالَ لٿوءِ

رات ڪٽي
باکَ ڦٽي
چڻيءِ چڻيءِ
لاکَ لڳي
نيرڙَ منجهان
رتُ ٽمي
سجُ آچي
مچُ مچي
ڪليءِ ڪليءِ
رنگَ رچي
ڏڪار لهي
سُڪار ٿيئي
چونءِ ٿيئي
يلي ٿيئي
سدا ٿيئي — جيئي جيئي جيئي جيئي

ڏيئي ڏيئي
لاٽ ٻري
ڄيي وڄي
پري پري
گوٺ گوٺ
شهر شهر
سڪر بکر
ٺٽو ننگر
چيرڪ يري
سنڌ نديءِ
لهر لڳي
اگڻ اگڻ
چنڊ چڙهي
ڪرُ پلي
سڙي پچي

مٿ ڪُلن
پياسَ ٻجهي
سِر ڪپن ؟
اجهي اجهي !
ٻري ٻري
اچي اچي
ڀاڻ مرون

سون ٿيون
سنڌ جيئي
ڪنڌُ ڦڪي
ڪير پيئي
چونئه پيئي
ٻلي پيئي
سدا پيئي - جيئي جيئي جيئي جيئي

(نوٽ: هن گيت جو پهريون بند سنڌ جي نوجوان شاگردن جو مقبول ترين گيت آهي. جيڪو ڀاڻ ئي رچيو اٿن ۽ ڀاڻ ئي وڏي واڪ ڳايو به اٿن. هيءُ گيت تاڙين جي تال تي جهومي جهومي هڪ بي ترتيب جهڳٽي ۾ ڳاتو ويندو آهي. جوش ۽ جولان جي جذبي جي لحاظ کان هن گيت ۾ 'وير ڀاو' نمايان آهي. بي پناهه لئي ۽ رواني‌ءَ جي آڌار تي هي گيت 'هو جمالو' کان به اُتر لهڻي. ائين ڪٿي چئجي ته 'هو جمالو' جنگ جيتي ايندڙ جوڌي جي آجيان جو گيت آهي، ۽ هي گيت 'ميدان جنگ' جو گيت آهي. مون هن گيت ۾ انهيءَ ساڳي لئي ۽ جذبي کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي- **اِمداد**)

قمر شهباز

# جڏهن مان نہ هوندس

جڏهن مان نہ هوندس —
تہ منهنجي مٽيءَ مان ڪئي جامَ جڙندا،
ڪئي ڦول ڪلندا — ڪئي گيت گهلندا،
۽ ڪينجهر جي ڪپ تي
وري چامَ مڙندا
۽ نوريءَ جي نٽڙت ۽ ناز ۽ ادا جا
ڪي ٽانگڙ بہ ٽڙندا.

جڏهن مان نہ هوندس —
تہ مومل جي ماڙيءَ تي
سوُمَلَ جي ڪوُمَلَ ڪرائيءَ ۾ موتئي ۽ مگري
جي گوُنچن جا گجرا بہ لڏندا.
۽ راڻا روسامي جون ريتيون وساري،
وري مُنهَن ـ انڌاري،
ڪنڌيءَ ڪاڪِ ڪَڏندا.

جڏهن مان نہ هوندس —
تہ مارئي جي لوئي وري ماڳ ويندي،
وري ڪوٽ ڪرندا،
وري گهوٽ گهِرندا،
وري ڏاڍ ڏاڻن سان ڏاري چڏيندا.
سهاڻي صبح ڪي
وري ساهہ ڏيئي اجاري چڏيندا.

جڏهن مان نہ هوندس ـــ
جڏهن رات اوندهہ لٽائي لٽائي،
ڏمر ڏاڍَ سارا ڪٽائي ڪُٽائي،
اسان جي اُرهہ تي
سوين ڪرت ڦهري وهائي وهائي،
اکين جي ڏياٽين جا ڏيپڪ سهاٽا
اجهائي اجهائي،
گهٽي ديرِ جالي،،
جهنجهوڙي جهنجهوڙي، مٿائي، مٿائي،
عمر سومري جيئن
آخر تہ مايوس ناڪام ٿيندي،
ٿڪي هارجي،
پنهنجي شڪستن جي مزار تي سِرُ ٽڪائي
سمهي نيٺ پوندي.

جڏهن تنهنجي ترڪش ۾ ڪو تِيرُ باقي نہ رهندو،
جڏهن سج سُڪن جو ڪڏهن ڪينُ لهندو،
جڏهن منهنجا جوڌا ۽ دودا،
سِرن جا بہ سودا ڪندي ڪينَ گسندا ـ
جڏهن گيت گوليون،
جڏهن چيچ چوليون،
جڏهن ٻاڻ ٻوليون، ٻڌي نيٺ اُڏندا ـ

جڏهن جوت جاڳي
۽ راڳي ويراڳي ٻڌي راهہ ڪَهندو ـــ
ـــ تڏهن منهنجي ڌرتيءَ جا سرتا سَجيلا
آڏِيءَ تي اڏاٽا اڏاٽا اڏاٽا ئي ايندا ـ
ڪي هيمون ڪي هوشو ڪي رزاق پارا،

ڪي يوسف لغاري، ڪي جکراڻي جيارا،
وري ڏوڙ ڏرتي، وري نينهن نعرا،
وري گهوٽ گهائل، وري درد- ڏارا،
وري ساهه سوريءَ جا ڳولي سهارا.

اهو موت ـــ،
اهو موت، جيڪو حياتيءَ جي منزل،
اهو موت، جيڪو ستارن جـو ساحل،
اهو موت، جيڪو بهارن جي خوشبو،
اهو موت، جنهن ساڻ سڏڪي ٿو سنڌو،
ها ها، اهو موت مون لاءِ آمر زندگي آ ــ

پيڙاڏيءَ جي پاڻن تي اکڙيون وڇائي،
ڪنڌڙو اڏيءَ تي رکي سِر سهائي،
مران شال هـر پل نئين جڙڻ پائي،
سنڌڙيءَ کي سجدو منهنجي بندگي آ ــ
اها بندگي آ ـــ
اها بندگي آ ـــ
اها بندگي آ ـــ
اهو موت مون لاءِ آمر زندگي آ ــ!

---

## منظور قريشي — دوهـا

رات اجايل روح کي امرت پياريو اکڙين،
گلن گيت جهونگاريا مرڪي ڏنو مکڙين.

رنو ڪنهن جي روح هن آڏيءَ جي ايڪانت،
سڏڪن سان ٽٽي پئي صدين جي هيءَ ساڻت.

رات انڌاري هيکل جنڌڙي برسي بادل بوند،
من ڪيو آ ماندو منهنجو پرينءَ جي اڻ هوند.

سروپچندر 'شاد'

## وايون

جـَر جـَر جـَرڪي جوت، ماٺهو منزل ماٺيندا!
پُور پرَين جـو، ناؤ - هندورو، واءُ امرت - اوت،
ماٺهو منزل ماٺيندا!
ٽِمر ٽِمر تارا، تيزو ٽِهڪن، گهڙي گهڙي ڪِٽڪوت،
ماٺهو منزل ماٺيندا!
اکڙين منجهہ اُڪير جون هيرون، جيءَ جيءَ منجهہ آجوت،
ماٺهو منزل ماٺيندا!
جوت ٻري مندر ۾ جڳمڳ، هُرڳي هانءَ ۾ هوت،
ماٺهو منزل ماٺيندا!
شام جي ويلي پيٺ تي ٻگهہ جو پاچولو آ موت،
ماٺهو منزل ماٺيندا!

---

ڪنهنجو وهيو آ رت، الاڙي،
چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو.
ڪنهنجو روز آتو مدِ- مانو سج ڪري سُواگت؟
الاڙي، چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو،
ڪنهنجا گيت ڳائي وڻ وڻ تو، پريت ڳائي پربت؟
الاڙي، چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو.
وات وات تي واس گُلن جو، وِڪ وِڪ تي آمرت،
الاڙي، چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو.
سرويچن جـا سِرڙا هٿن تيءَ اڏيءَ سان الفت،
الاڙي، چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو.
ڪيرُو گهاءُ گُلابي چاهن، مورڪ چاهن مَـت،
الاڙي، چئني پاسي ٽيو چِٽاٽو.
ڪنهنجو وهيو آ رت، الاڙي،
چئني پـاسي ٽيو چِٽاٽـو.

اڏور

# جبل ۾ هڪ ساٿيءَ ڏانهن

اي ساٿي! تنهنجو سات نہ ٽٽندو
جيسين ڪارو ڏينهن نہ ڪٽندو.
پائن پل هو توکي نيل
واچوڙي سان روهہ نہ لڏندو.
تنهنجو عزم ڏڪائي جبل
هر ڪنهن ويل
جيسين ڪوئي ٻڪ مري ٿو
جيسين توئي ديس ٻري ٿو
دانهين ڪوئي دانهن ڪري ٿو؛
تيسين تنهنجا نعرا گونجن
آواز گجگوڙ ٿا گرجن
پرجن گرجن بادل ٻوڙن
سو کهڙي تي مينهن ٿا ٿوڙن
ريج ٿين اريجن تي
مرڪ اچي ٿريچن تي.
مونکي اهڙي پڪ آ ساٿي!
جيسين سائو چيٽ نہ ڦٽندو
جيسين ڪارو ڏينهن نہ ڪٽندو
تيسين تنهنجو سات نہ ٽٽندو.

ملڪ نديم

# وائي

صدما سور ۽ سوريون سائين،
محبت ۾ منظور اسانکي –

اکڙين کان پري رکو يا،
دل کان نہ ڪيو دور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

ڦٽ چُٽايو ڏيو ڪٺي يا،
نينهن سندو ناسور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

پيار چئو يا بار چئو،
ڪٺي چئو مغرور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

صدين جا سوداءُ ڏيو يا،
مرڪي ڪيو مسرور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

دم دم آئت الفت ڏيو،
پل پل ڏيو يا پور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

سرمد سڏي يا ڪوبہ چوي،
مست ملنگ منصور اسانکي،
محبت ۾ منظور اسانکي–

سرفراز راڄڙ

# امن جو ابو

امن ۽ خوشي لاءِ اڄ تائين
دنيا ويچاري پئي واجهاڏي
اقوام متحده جو مقصد
سيني سجائي ورتو آهي.
ڪالهہ پڻ پئي امن لاءِ ڪوشش
سال گذري ويا آهن!
اونداهي اڃان بہ آهي.
تو پنهنجي سلور جوبلي ملهائي
آئون ٿو توکان پڇان
ڪشمير ۽ ويٽنام لاءِ تو
نام نهاد ڪيو ڇا آهي؟
عرب روئن ۽ فلسطين ويچارو
ڏسي پيو مداري توکي
تنهنجا پنجويهہ سال پورا
گذريا آهن ناٽڪ ڪندي

(اقوام متحده جي پنجويهين
سالگره جي تقريب تي موقعي
تي لکيو ويو.)

میر محمد پیرزادو

## چنڊونڪ

ڀر ۾ ڪڏڪو ڀير ڏٺي ٿو! پٿونر وچي آ عرش لڳو،
ٿوهر پٽن تي سُهڻا ڀيا هن، رنگ جو ڀر ڏس ڪارو آهي،
هرڪو پنهنجو ٻُڻ ٿو ساري، ۽ هي سهڻو سهڻو ڪنول،
ڏاريو پنهنجو ٿي نه سگهي ٿو. چِڪَڻ اندر ڇو آهه پيو؟

ڪڙيو چنڊن آئي چوماسي، چمڙي، جي ڏس عادت آهي،
واهه نظارو وسڻ جهڙو، اونداهه ۾ عمر گذاري،
چنڊ ۽ تارن عڪس عجيب، ڪيڏو نيڊڙو ڪُڙ ڪيتو،
گنگا پورنماسي! پنهنجي آهر جوت جلائي!

صدرالدين شيخ

●

هن ڌرتيءَ سرتيءَ تي، مان رت جي راند رچايان ٿو،
ڇو زنجير ٽٽا زندانن جا، مان سوريءَ سِرُ سجايان ٿو.

تون ويري منهنجي ڌرتيءَ جو، ٿو ظلم ڪرين زخميلن تي،
ٿو ماه سڙي مهميرن جو، مان سَچَ جو مَچُ مچايان ٿو.

اڄ سنڌو تنهنجي ڇولين ۾، ٿا ڦٽڪن لاش لعلن جا،
ڇو وڍجن وِير واٽن تي، مان نيڻن نير وهايان ٿو.

ٿا ڪوٽ ڪرن ڪانئرن جا، ٿيو دشمن داڻا هرمل جا،
ڇو مومل هنجون هاري ٿي، مان لوئيءَ لڄ بچايان ٿو.

مان مرڻو ناهيان مورنه مرندس، مون ڌوڙ جي ديول ناهي آ،
ٿي مُرڪي ماتا محبت ۾، مان پنهنجي سِسَ نوايان ٿو.

## محمد عثمان سولنگي

# وائي

ڏيهي پرڏيهي ٿيا، ڏيهي ٿيا ڏور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
پنهنجي ماڳئين، پاڻ آهيون مجبور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
نيون وهن ٿيون، نير وهن ٿا، ٿي ناسور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
ساهه ڪٽون ٿا سور ٿئي ٿو، آهي اندر ۾ سور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
راتئين ڪيئن رنگ چڙهن ٿا، روح ٿي رنجور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
ديس ۾ ديسي، ڏتم ڪئين دستور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
سڏ تي سهڻا ساٿي ٿيندا، ڳاڙها ڳل ڳپور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا
مرد مجاهد مري پوندا، منڙا ٿي منصور
پلپل هڪڙو پور او سهڻا

## مشتاق علي ٻاگاڻي

●

ساهه سلامت جيسين هوندو سنڌ تي آنچ نه اچڻي آ،
ڪير پياڪ به سرڙو ڏيندو نيث ته باهه به مچڻي آ.
جهنگل جهنگل، پربت پربت گونج اها به ته گونجي پئي،
جاڳو جاڳو سنڌيو جاڳو رات اها به ته اچڻي آ.
ديس جا دشمن ماريو ماريو گڏ سيئي گجگوڙ ڪري،
راڳي وانگر راڙ ڪريو چڻ ريس اها به ته رچڻي آ.
وڪ وڪ اڳتي هڪ هڪ اڳتي لوڙهه ڪهاڙي لٺ ڪٽي،
پير وڌايو منزل اوڏي تاڏ ۾ چڻ ڪا ٽچڻي آ.
هر جوان اڄ هوشو باڳو ويڙهه ته ڏس وڙواندن جي،
پوڪي دولهه دريا خان سا نيث ته پوک به پچڻي آ.

**مسعود نوراڻي** (آخري قسط)

# ۴- مارچ ۱۹٦۷ع

۱۱- مارچ تي مرحوم محمد ميمڻ وڪيل سيشن ڪورٽ ۾ ڊفينس آف پاڪستان رولز جي فقري ۴۷ ۽ ۱۴۴ تحت گرفتار ٿيل ۱۴ شاگردن يعني لالا قادر وارن جي ضمانت جي درخواست داخل ڪئي. محسن عباسي ڊي پي پي سرڪار طرفان وڪالت ڪئي. ڪاغذ نامڪمل هئڻ سبب ۱۵- مارچ تي شنوائي رکي وئي. ساڳئي ڏينهن تي اويس صاحب جي عدالت ۾ رسول بخش پليجي، حميد سنڌي، امان الله عباسي، محمد عثمان ابڙي، مرحوم محمد ميمڻ جي اڳواڻيءَ ۾ شاگرد سڪندر پناڻ (هينئر جنگي قيدي) طرفان ڪمشنر مسرور حسن خان، عملدار رضا ڊپٽي ڪمشنر، قاضي اعظم ايس پي، ڊي آءِ جي، علي اڪبر عباسي اي ڊي ايم ۽ ڇهه سو پوليس وارن تي پنهنجي اختيارات کان تجاوزڪرڻ جي الزام ۾ قلم ۱۴۷، ۱۴۸، ۱۴۹، ۳۲۳، ۳۲۴، ۳۲٦، ۽ ۳۰۷ پ پ ڪ هيٺ سڌو فرياد داخل ڪيو. ڪورٽ سڀوري طرفان ۱۸- تاريخ تي اوائلي جانچ رکي وئي. رات جو علي اڪبر عباسي اي ڊي ايم اويس صاحب وٽ ويو. اويس صاحب کان اها ڳالهه نڪري وئي ته هو مٿين آفيسرن خلاف ۱۸- تاريخ تي وارنٽ ڪڍڻ جو ارادو رکي ٿو. علي اڪبر ڪمشنر وٽ ڊوڙندو ويو ۽ کيس ٻڌايو ته ڪيئن نه اويس صاحب سنڌن خلاف پائيتال ٻاري رهيو آهي. ڪمشنر يڪدم گورنر سان رابطو قائم ڪيو ۽ گورنر کي سڄي ڳالهه ٻڌائي. گورنر موسيٰ خان حڪم ڪري اويس صاحب کي معطل ڪري ڇڏيو. (اويس صاحب هينئر لائلپور ۾ وڪالت ڪندو آهي. سندس نوڪريءَ جو معاملو اڃان به ڪورٽ ۾ هلي رهيو آهي. اسانجي ملڪ کي اويس صاحب جهڙن انصاف پسند، حق گو ۽ دلير ججن جي گهرج آهي.)

حميد سنڌي (هينئر يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ ڪنٽرولر ايگزيمينيشن

۽ ان وقت وڪالت سان گڏ مشهور قومي رسالي 'روح رهاڻ' جو ايڊيٽر ب هو) تنهن زماني ۾ آفتاب آخوند وڪيل وٽ وڪالت ڪندو هو. چونڊا ته جڏهن حميد سنڌيءَ متئين ڪيس ۾ وڪالت نامي تي صحيح ڪئي ۽ شاگردن طرفان ڪمشنر جي خلاف ڪيس جي پيروي ڪئي ته آفتاب آخوند صاحب کي اها ڳالهه پسند نه آئي. هنن جي پاڻ ۾ اٽيٽت تي پئي. ان تنازعي سبب هو پئي هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا. اهو ساڳيو ڪيس وڪيلن ۽ شاگردن جي عدم توجهي سبب آخرڪار خارج ٿي ويو.

١٢- مارچ تي شهر جي بزرگن ۽ گرفتار ٿيل شاگردن جي والدين جو گڏيل وفد وائيس چانسلر محمد صالح قريشيءَ سان مليو ۽ هنکي ان وقت جي صورتحال کي سڌارڻ جي گذارش ڪئي. ساڳي وقتِ هنن وائيس چانسلر کي پنهنجي مڪمل تعاون جو يقين ڏياريو. وفد ۾ قاضي محمد اڪبر، مولانا عبدالقيوم ڪانپوري، سيد ذوالفقار علي شاه چاموٽ، محمد عمر قريشي، مسٽر رفاقت، سيٺ ڪمال الدين ميمڻ، آغا عبدالنبي،فقير محمد (بسو)، صدرالدين انصاري، عبدالسميع صديقي، نثار آفندي، انجم اجميري ۽ سيد حاذق علي وڪيل شامل هئا. انهن مان رڳو فقير محمد (بسو) جو پٽ منورميمڻ جيل ۾ هو ۽ آغا عبدالنبيءَ جي فرزند آغا زاهد تي وارنٽ هو. وي.سي سان وفد جي ملڻ جي باوجود حالات ۾ ڪوبه ڦيرو ڪونه آيو.

ان وچ ۾ حاڪم علي شاه بخاري جيڪو ان وقت سٽي ڪاليج لطيف سوسائٽيءَ ۾ هو. تنهن پنهنجي دوستن سان گڏ هڪ احتجاجي جلوس ڪڍيو. هنکي پوليس وٺي وڃي سٽي لاڪپ ۾ رکيو، پر پوءِ جلدي ڇڏي ڏنائونس.

١٢- مارچ تي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي گڏجاڻيءَ ۾ امداد علي شاه چاموٽ مرحوم مطالبو ڪيو ته ٤- مارچ واري واقعي جي هاءِ ڪورٽ جي جج کان تحقيقات ڪرائي وڃي. پر ڪائونسل جي چيئرمن علمدار رضا اهو چئي قصو ختم ڪري ڇڏيو ته، ”اهو معاملو اڳ ۾ ئي ڪورٽ ۾ هلندڙ آهي تنهنڪري ان تي هينئر بحث نٿو ڪري سگهجي.“

١٥- مارچ تي لالا قادر وارن جي ضمانت جي درخواست تي وري بحث ٿيو، سرڪاري وڪيل محسن عباسي اعتراض اٿاريو ته ڪورٽ کي ڊفينس آف پاڪستان رولز تحت گرفتار ڪيل شاگردن جو ڪيس هلائڻ جو ڪو اختيار ڪونهي. محمد ميمڻ پنهنجا دلائل پيش ڪندي چيو ته، ”ڊي پي آرڊر ١٩٦٥ جي سيڪشن ١٤ ۽ رول ٢٠٦ مطابق ڪورٽ کي ڪيس ٻڌڻ جو اختيار آهي.“ سماعت لاءِ شاگرد، سندن والدين ۽ ڪيئن وڪيل آيا هئا. ڪورٽ ۾ تر ڇنڻ جي جڳهه ڪانه هئي. وري ١٦- مارچ تي شنوائي رکي وئي.

هڪڙي پاسي لالا قادر ۽ عمر پٺيءَ وارن جي ضمانت لاءِ ڪوشش هلي رهيون هيون، ته ٻئي پاسي مرڪز کان لالا قادر وارن کان سي آءِ ڊي جو ڪو وڏو آفيسر دائود خان پڇا ڳاڇا ڪرڻ لاءِ آيو هو. هن سان گڏ ان وقت جو ڊي ايس پي هالا ڪرم الاهي چوڌري ۽ ٻيا آفيسر به هئا. اهي آفيسر هر ڪنهن شاگرد کان اڪيلائي ۾ ڪئين سوال ڪندا هئا. اڪثر ڪري هر ڪنهن شاگرد کي اهو چوندا هئا ته، ”تو کان اڳ ۾ جيڪو آيو هو تنهن پنهنجو ڏوهه مڃيو آهي ۽ چيو اٿس ته تون به هن سان شامل هئين. ڇا اهو سچ آهي.“ اهڙي سوال جو مقصد رکيو اهو هو ته شاگرد جوش ۾ اچي اڳلي جي خلاف شاهدي ڏئي وڃن. پر عمر پٺيءَ وارا سياڻا هئا. هنن پاڻ ۾ عهد ڪري ڇڏيو هو، ته ڇا به ٿي پوي ڪنهن به حالت ۾، ٻڙڪ به ٻاهر نه ڪڍنداسين.

سي آءِ ڊي وارن جي اها به ڪوشش هوندي هئي ته شاگردن جو واسطو جي- ايم سيد سان نڪري پئي، جيئن هنن کي سوگهي ڪرڻ جو جواز نڪري اچي. ان پڇا ڳاڇا جي دوران هڪ دفعو لالا قادر کي ’ اڪيلائيءَ جو قيد‘ ڏنو ويو. هنکي سڄي رات ننڊ ڪرڻ نه ڏني وئي. کيس هڪ ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو. هڪڙو پوليس وارو سڄي رات سندس مٿي تي سوار رهيو. جڏهن به لالا جهوتو ٿي ڪاڏو ته پوليس واري کيس ڌونڌاڙي سندس ننڊ ڦٽائي ٿي ڇڏي. صالح شيخ کان جڏهن سوال جواب ڪيو ويو ته هو ڪجهه گهٻرائجي ويو. سي آءِ ڊي وارن جو دٻاءُ هن تي وڌي ويو. صالح شيخ ۽ يونين

آفيس جي پٽيوالي غلام محمد بلوچ کي حيدرآباد ۾ آندو ويو. پنهي تي ڪجهه سختي به ڪئي وئي. صالح شيخ نيمي ويو. پر پوءِ سندس ساڻين ڪيس منيالي ورتو. ٽنڊو الهيار ڌاڻي جو ايس ايچ او يوسف سڪراڻي هنن کي ڏاڍو ڪم آيو ۽ ڪين وس آهر سهولتون ڏنائين. ٽنڊو الهيار جي شهرين کي جڏهن خبر پئي ته شاگردن کي سندن شهر ۾ آندو ويو آهي، ته هنن ڪين ڪافي سامان موڪلي ڏنو. خاص طرح عبدالله ميمڻ ميڊيڪل اسٽور واري سندن سٺي خاطر تواضع ڪئي.

هڪڙي پاسي لالا قادر وارا ٽنڊو الهيار ٿاڻي جي لاڪپ ۾ قيد ۽ بند جا ڏينهن ڪاٽي رهيا هئا ته ٻئي پاسي يوسف ٽالپر وارن کي نارا جيل مان منتقل ڪري حيدرآباد سينٽرل جيل آندو ويو ۽ ڪين 'ڪاراٽين' ۾ رکيو ويو. 'ڪاراٽين' جيل جو هڪڙو وارڊ آهي. حقيقت ۾ 'ڪاراٽين' انگريزي لفظ 'Quarantine' تان ورتو ويو هو. Quarantine اها جڳهه هوندي آهي، جتي اهڙن ماڻهن کي رکيو ويندو آهي، جنکي جلد وچڙندڙ بيماريون هونديون آهن. يوسف لغاري وارن کي به باه وانگر جلد وچڙندڙ خطرناڪ بيماري هئي جنهن جو نالو اسين 'بغاوت'، 'سياسي بيداري'، 'سجاڳي' يا حب الوطني رکي سگهون ٿا. شايد اهو ئي سبب هو، جو ڪين Quarantine ۾ بند ڪيو ويو هو. ظاهر آهي ته يوسف وارن کي جيڪڏهن ٻين قيدين سان گڏ رکن ها ته بيداري ۽ حب الوطنيءَ جي خطرناڪ وبا سڄي جيل ۾ ڦهلجي وڃي ها! جيل اختياري وارن کي جيتري به داد ڏجي،سا گهٽ آهي. Quarantine کي اسانجي سنڌي اڻ پڙهيل قيدين ڪاراٽين بنائي ڇڏيو هو. ڪاراٽين ۾ چام ساقي پنهنجو گهڻو وقت اياز جا شعر جهونگاريندي ڪاٽيندو هو. سندس آواز ڏاڍو ڀرو هو. جڏهن هو ڳائيندو هو، ته اٿين محسوس ٿيندو هو ڄڻ سڄو جيل پيو لُڏي.

وقت گذارڻ لاءِ دوستن ڪيسن هلائڻ جو طريقو ڳولي لڌو. يوسف لغاري سرڪاري وڪيل ۽ يوسف ٽالپر بچاءَ جي وڪيل جو پارٽ ادا ڪندا هئا. منور ميمڻ ۽ نواز علي پٿو جسٽس ٿيندا هئا

۽ جام کي ڏوهارين جي ڪتهڙي ۾ گرفتار ڪري ويهاريو ويندو هو. هنڪي چارج شيٽ ڏني ويندي هئي، ته ”چو هن حسن عليءَ جي مخالفت ڪئي ۽ يوسف وارن جو سات نه ڏنو. ۽ چو نه هن تي شاگرد برادريءَ سان غداريءَ جي الزام ۾ ڪيس هلايو وڃي.“ اڪثر ڪري اهو ڪيس ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندو هو، يوسف ٽالپر بچاءُ جي وڪيل جي حيثيت ۾ گهڻو ئي جام کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، پر اڪثر ڪري جام کي ڦاسي لڳندي هئي. پر پوءِ اپيل جو حق استعمال ڪرڻ سان جام ساقي ڦاسي ڪائڻ کان بچي ويندوهو. اهي اپيلون سگريٽ جي خالي پاڪيٽن کي کولي يا انهن جي پنين تي لکيون ويندڙيون هيون. ڪڏهن ڪڏهن سندس اپيل منظور به ٿيندي هئي ۽ ڦاسيءَ جي سزا معاف ٿي ويندي هئس. پر گهڻو ڪري ڦاسيءَ جي سزا سوشل باءِ ڪاٽ ۾ تبديل ٿي ويندي هئي. سوشل باءِ ڪاٽ واري عرصي ۾ ڪير به جام سان نه ڳالهائيندو هو ۽ نه ئي ڪا ڏيتي ليتي ڪندو هو. جام ان وچ ۾ ڏاڍو ڪـڪـ ۽ اداس ٿي ويندو هو. 'ڪاراتين' جي هڪڙي پاسي هڪ حوض جي پٽ تي ليٽي، هو ڏاڍيان شعر پڙهندو هو يا گيت ڳائيندو هو ۽ اهڙيءَ ريت اڪيلائي جو احساس دور ڪندو هو.

هڪ ڏينهن يوسف ٽالپر جام کي چيو ته جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ کي پيٽ جي تڪليف يا سور هوندو آهي ته ان کي جيل وارن طرفان ڪير، مکڻ، بيدا ۽ ڊبل روٽيون ملنديون آهن، بشرطيڪ جيل جو ڊاڪٽر اهڙو سرٽيفڪيٽ ڏي ته واقعي مريض کي پيٽ جي تڪليف آهي. اها ڳالهه ٻڌي جام معنيٰ خيز انداز ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

جڏهن رات ٿي ۽ چوڌاري خاموشي طاري ٿي وئي. ته جام ساقي اوچتو هڪ ڊ گهي ڪـيـڪ ڪئي ۽ ڊهي پيو. سندس ٻئي هٿ پيٽ تي هئا ۽ هو ڦٿڪي رهيو هو. ڪڏهن ڊ گهي، ڪڏهن مختصر ته ڪڏهن خوفناڪ دانهن ۽ ڪوڪن جو سلسلو جاري رهيو. يوسف ٽالپر وارن وٺي هاءِ گهوڙا ڪئي ته: اڙي اسانجو ساٿي ويو. سڄو جيل ڪٽي مٿي تي کنياٿون. سڄي جيل ۾ قيدين ۽ جيل اسٽاف تي دهشت جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. ٻن منٽن ۾ سڄي جيل جو اسٽاف

يوسف وارن وٺ ٻوڙندو ٿاٻڙندو ۽ سهڪندو اچي پهتو.

”اسانجو ساٿي مري رهيو آهي.“ يوسف ٽالپر ڪپتون ڏيندي پريشانيءَ مان چيو. منور ميمڻ، يوسف لغاري ۽ نواز پنو، چام جي پيرن ۽ هٿن جي ترين کي مالش ڪرڻ ۾ مصروف هئا. جيلر پڇندو ويو ۽ ٿوري دير ۾ ڊاڪٽر کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو، ”ڇيو ڇا اٿس؟“ ڊاڪٽر اسٽيٿ اسڪوپ کي ڪن تي چاڙهيندي ۽ چام ڏانهن وڌندي چيو. ”سويل کان پيٽ جي سور جي پئي شڪايت ڪيائين. اسان ڪن ئي نه ڏنو.“ يوسف ٽالپر پڇتائيندڙ انداز ۾ هٿ مهٽيندي چيو، ”پيٽ جو سور!“ ڊاڪٽر يوسف ٽالپر جي اکين ۾ نهاريو. ۽ پوءِ چام مٿان جهڪي ويو. ڪافي دير تپاسڻ ڪانپوءِ چام کي ننڊ جون گوريون ڏنيون ويون، ڪاڏي ۾ ڪيس مکڻ، ڊبل روٽيون، بيدا، ڏونٽرو وغيره ۽ نسخي ۾ ڪيس پيٽ جي دوا لکي ڏني وئي. ڊاڪٽر هليو ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو چام جو اسپيشل راشن آيو، پر سڄو مال يوسف ٽالپر ۽ نواز علي پني جي ور چڙهي ويو. چام کي مال جي هوا به لڳڻ نه ڏني وئي. ڪجهه ڏينهن تائين اهو معاملو هلندو رهيو. ڊاڪٽر چام کي روز تپاسڻ به ايندو هو. چام مليل ڪڙي مڪسچر کي ڊاڪٽر جي وڃڻ ڪانپوءِ هاري ڇڏيندو هو. هڪ دفعو جڏهن ڊاڪٽر آيو ته يوسف ٽالپر ڊاڪٽر کي پاسي تي وٺي چيو، ”چام دوا پيئندو ئي ڪونهي، بلڪ اڇلائي ٿو ڇڏي. تنهنڪري مهرباني ڪري اوهان سندس علاج جو ڪو ٻيو طريقو استعمال ڪيو ته چڱو.“ ”مطلب ڇا آهي؟“ ڊاڪٽر ڪجهه نه سمجهندي چيو: ”يعني سُئي وغيره.“ ”اوه اڇا“ ڊاڪٽر ڏند ٽيڙيندي چيو. ڊاڪٽر ڪمپائونڊر کي هڪ وڏي سُئي تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اهو ٻڌي چام جا فرشتا ڪوچ ڪري ويا. پر ڇاتي ڪري سگهيو. ڪيس زوريءَ جهلي سُئي هڻي وئي. ٻن ڏينهن ۾ ئي چام جي پيٽ جو سور هميشه لاءِ ڪافور ٿي ويو. پر اهو سور چام جي پيٽ مان نوازعلي جي پيٽ ڏانهن منتقل ٿي ويو هو. تنهنڪري 'اسپيشل راشن' جاري رهيو. پوءِ هنن کي واري واري سان سور پوڻ لڳا. اهڙيءَ ريت ڪچهرين، ڪل يوگ

۽ چرچن ۾ سندن وقت گذرندو رهيو. سي آء ڊيءَ جا مختلف آفيسر به هنن کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ لاءِ ايندا رهيا. جيل جي اندر اهو ئي رهيو هو ۽ جيل جي ٻاهران ١٧ - مارچ تي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ هالا اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان پريس بيان ڪيدي شاگردن جي رهائي ۽ واقعي جي عدالتي تحقيقات جي گهُر ڪئي وئي. عيدالضحيٰ ويجهو پوندي ٿي وئي. جيل ۾ پيل شاگردن جي مائٽن ۾ بيچيني وڌي رهي هئي. اشفاق ميمڻ، قربان پنوهر، اصغر شاه، اڪبر شاه ۽ ٻين شاگردن گڏجاڻيون ڪيون ۽ اخباري بيانن جي ذريعي شاگردن کي عيد کان اڳ آزاد ڪرڻ تي زور ڏنو ويو.

١٨- مارچ تي سيشن ڪورٽ طرفان شاگردن جي ضمانت جي درخواست جو فيصلو ٢٠- مارچ تي رکيو ويو. ان ڏينهن ڪورٽ ۾ اڳي کان ڪجهه وڌيڪ ماڻهو آيا هئا. جيئن جيئن عيد ويجهي ٿيندي ٿي وئي، تيئن تيئن شاگردن جي مائٽن ۽ شاگرد برادريءَ ۾ تجسس، بي چيني ۽ شاگردن جي آزاديءَ جي خواهش وڌندي ٿي وئي. اخبارن جي آفيسن، ايس- پي، ڊي- سي وغيره جي آفيسن تي شاگردن آزاديءَ جي خوشخبري ٻڌڻ لاءِ دوستن ۽ مائٽن جا انبوهه نظر اچڻ لڳا. ٻاهرن شهرن ۽ علائقن مان فونون به ٿيڻ لڳيون. مون به انهن تاريخن ۾ اخباري بيان ڪديا ته شاگردن کي عيد کان اڳ آزاد ڪيو وڃي.

٢٠- مارچ تي سيشن ڪورٽ ۾ فجر کان ئي ماڻهو گڏ ٿيڻ لڳا هئا. قيدي شاگردن جا مائٽ، دوست، گهڻگهريا، محب وطن دوست، اديب، شاعر، شاگرد ۽ وڪيل سڀ اچي مڙيا. صبح جو ٩ وڳي تائين ڪورٽ ماڻهن سان ٽمٽار ٿي وئي. هر ڪنهنجي چهري تي انتظار ۽ اميد جا آثار هئا. نيٺ جج صاحب وارد ٿيو، سڀني جون آس ڀريون نظرون جج صاحب تي کُپي ويون. دليون زور زور سان ڌڙڪڻ لڳيون. نيٺ جج صاحب پنهنجو فيصلو ٻڌايو: ”گرفتار ٿيل شاگردن جي ضمانت جي درخواست رد ڪجي ٿي.“ اهو ٻڌي چوڌاري موت جهڙي خاموشي طاري ٿي وئي. چهرن تي مايوسيءَ جو غلاف چڙهي ويو. منهن سُسي ويا. جج صاحب پنهنجي فيصلي

۾ اهو لکيو هو ته شاگردن تي جن ڏوهن جا الزام آهن ، سي ملڪ جي سلامتيءَ لاءِ هاڃيڪار آهن ، تنهنڪري انهنجي ضمانت جي درخواست رد ڪجي ٿي.

ساڳي تاريخ تي هاءِ ڪورٽ ۾ قيدي شاگردن جي ضمانت لاءِ رٽ داخل ڪئي وئي . اها درخواست ڊي. پي آر رول ۳۲ توڙي رول ۴۷ ۽ ۱۴ ۾ گرفتار ٿيل شاگردن لاءِ ڏني وئي. اِنَ ڪي بروهي پيرزادو عبدالستار، عبدالحفيظ پيرزادو، جناب طفيل علي عبدالرحمان ۽ عزيز شيخ وڪيل اها رٽ داخل ڪئي.

شاگردن جي آزاديءَ لاءِ قانوني چاره جوئي جاري هئي ته متان عيد رات اچي پهتي. آءٌ گرفتاريءَ جو خطرو هوندي به سينٽرل جيل ڏانهن ويس، اهي افواهون هلي رهيون هيون ته شاگردن کي عيد رات آزاد ڪيو ويندو . لالا قادر جا پائر غلام حيدر ۽ شريف، امداد سومرو، يوسف ابڙو ۽ مختيار احمد نوراني، عمر پٺيءَ جو وڏو ڀاءُ ۽ ٻيا ڪيترا دوست به آزاديءَ جون خبرون ٻڌي جيل تي پهتا هئا. ڪافي دير تائين آفيسرن ۽ حڪام جي پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه هلندي رهي، پر آخر ۾ اهو فيصلو ٿيو ته جيئن ته ڪجهه شاگرد اڃان روپوش آهن، تنهنڪري گرفتار ٿيلن جي ضمانت جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. اسانجي اميدَ نااميديءَ ۾ بدلجي وئي ۽ سيني جا ڪنڊَ لڙڪي پيا، اسين موٽي آياسين . سندَ جي وچولي طبقي لاءِ هيءَ پهريون موقعو هو، جو سندن اولاد عيد تي گهر ۾ هئڻ جي بدران جيل ۾ پيو هو. تنهنڪري اولاد جي جدائي جو احساس مائٽن کي ڏنگ هڻي رهيو هو. آءٌ به پنهنجي ڳوٺ نوابشاه ڪونه ويس. سوچيم جڏهن بيگناه ڀاءُ ۽ دوست جيل ۾ سڙي رهيا آهن، تڏهن مونکي گهر وڃي عيد ملهائڻ ۾ ڪهڙي خوشي حاصل ٿيندي .

عيد جي صبح جو خبر پئي ته رات جو يوسف لغاري، يوسف ٽالپر، منور ميمڻ، نواز علي پٺي ۽ جام ساقيءَ کي وائيس چانسلر جي خاطري ڏيڻ تي آزاد ڪيو ويو آهي. •جيب پيرزادي، يوسف علي مرزا ۽ آغا زاهد جا وارنٽ به وائيس چانسلر جي خاطريءَ تي واپس ورتا ويا . قيدي شاگردن جي مائٽن ۽ دوستن عيد تي ڪابه قرباني

ڪانئڻ ڪئي، چيائون: ”اسان قوم لاءِ پنهنجا پٽ قربان ڪيا آهن، انکان وڌيڪ ٻي ڪهڙي قرباني ڪريون!“ انهنکي ڪهڙي خبر ته سندن اها قرباني سنڌ جي لاءِ حضرت ابراهيم جي ڏنل قربانين کان به وڌيڪ دور رس ۽ اثرانگيز ثبت ٿينديءَ سنڌ جي قسمت ئي بدلائي ڇڏيندي.

عيد جي ڏينهن آءٌ غلام حيدر، اصغر شاه، قربان پنهور، اشفاق ميمڻ، شريف، مختيار نوراني، يوسف ابڙو، امداد سومرو، ڪامل راڄپر، غلام مرتضيٰ پرڳڙي، لالا قادر، عمر پٽي، انور ۽ ٻين سان مليو وياسين. امداد سومري جي واقفيت ڪم آئي. ڦهريائين ملاقات ڪانئڻ پي ٿي سگهي، پر پوءِ جيلر ’پير باقي‘ جي مهربانيءَ سان ملاقات ممڪن ٿي سگهي. ملاقات چاريءَ واري دري مان ٿي سگهي. آءٌ لالا قادر ۽ پنهنجي ڀاءُ انور سان ملي سگهيس. ٻئي ڏاڍا سرها ۽ مطئمن پئي لڳا. ٻنهي کي خوشي هئي ته هو هڪ عظيم مقصد جي خاطر جيل ۾ پيا آهن. ٻنهي چيو ته: ”هڪ عيد ته ڇا، هزارين عيدون وطن تان قربان آهن.“ اها ڳالهه ٻڌي منهنجي دل وڏي وئي. مون واري ڀاءُ ته ڏاڙهي ڇڏي ڏني هئي. لالا قادر ڏاڍو صحتمند پي لڳو. منهن مان رت پي ٽميس. شايد جيل جي آب هوا ڀانءِ پئي هئس. هنن کي ڪجهه سبڌو سامان ڏيئي اتان موٽي آياسين.

ٻئي ڏينهن يوسف لغاري، يوسف ٽالپر، نواز علي پٽو ۽ ڪامل اچي مليا. اسان گڏجي نجم الدين سريوال، محمد مراد شاه باقرپوٽي سان ملياسون ۽ انهن کي شاگردن جي آزاديءَ لاءِ چيوسين. رات جو آءٌ، ٻئي يوسف ۽ ڪامل راڄپر مير اعجاز سان ملياسين. هنکي چيوسين ته هو صدر ايوب سان ملي ڪمشنر مسرور حسن خلاف ڪجهه ڪاروائي ڪرائي. پر هن جيڪي ڳالهيون ڪيون ان مان اندازو لڳايوسين ته هو به ’بي وس‘ هو. هڪڙو ڪمشنر سڄي سنڌ جي ميرن، پيرن، وڏيرن ۽ زميندارن تي حاوي هو.

مارچ جي آخري هفتي ۾ حيدرآباد جي واحد انگريزي اخبار انڊس ٽائيمز سنڌي شاگردن جي خلاف زهر اوڳاڇيندي ڪمشنر جي ڪنيل انتظامي قدمن جي تعريف ڪئي. ان وقت انڊس ٽائيمز جو ايڊيٽر ايف. ايم. قريشي هو. ڪامل راڄپر، آءٌ ۽ اشفاق ميمڻ گڏجي

سنڌي اخبارن جي سيني ايڊيٽرن سان ملياسين ۽ هنن کي سندن قومي فرض جو احساس ڏياريندي چيوسون تہ انڊس ٽائيمز جي ايڊيٽوريل خلاف ڪجهہ لکن ۽ ساڳي وقت شاگردن جي آزادي جو مطالبو ڪن ۽ ڪمشنر جي ڪنبيل قدمن کي نندين. ڪامل راڄپر ان سلسلي ۾ ڏاڍي محنت ڪئي ۽ پنهنجي ذاتي اثر رسوخ کان علاوه پنهنجي ڪٺنچيءَ جهڙي زبان کان خوب ڪم ورتو. اسان ايڊيٽرن جي هڪڙي گڏجاڻي عبرت اخبار جي دفتر ۾ قاضي عابد جي موجودگيءَ ۾ ڪرائي، جنهن ۾ شيخ علي محمد، سردار علي شاه، عبدالغفور سيتائي، ڪريم بخش دل شريڪ ٿيا. مٿين سيني صاحبن اسان سان ڀرپور تعاون ڪيو. پوءِ سردار علي شاه ايڊيٽوريل لکيو، جيڪو ٻين ايڊيٽرن پڙهي ٿوري ڪمي بيشي ڪري منظور ڪيو. ٢٨- مارچ تي اهو ايڊيٽوريل سيني سنڌي اخبارن عبرت، مهراڻ، نواءِ سنڌ ۽ خادم وطن ۾ هڪڙي ئي وقت شايع ٿيو. ڪمشنر مسرور حسن خان پنهنجي خاص ماڻهوءَ علي احمد بروهي ڊائريڪٽر آف انفرميشن جي معرفت ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ اهو ايڊيٽوريل نہ ڇپجي يا گهٽ ۾ گهٽ اها خبر پئي تہ ان ايڊيٽوريل ۾ ڪهڙو مواد آهي پر مٿين ايڊيٽرن جي مڙسيءَ سبب هو پنهنجن ڪوششن ۾ ناڪام ويو. (هينئر اهو ايڊيٽوريل پڙهيم، تہ محسوس ڪيم تہ بلڪل نرم قسم جو هو، پر بهرحال ان وقت جي لحاظ کان هڪ عظيم ڪارنامو هو.)

يوسف ٽالپر ۽ يوسف لغاري ڪراچيءَ هليا ويا، جتي هو مختلف صوبائي ۽ قومي اسيمبلين جي ميمبرن سان مليا ۽ پنهنجو موقف پيش ڪيو. پوءِ هو لاهور هليا ويا، جتي هو آخوند الله بچائي ۽ محمد خان جوڻيجي ۽ هوتيءَ سان مليا، ۽ شاگردن کي آزاد ڪرڻ جي گهُر ڪئي.

٢٩- مارچ تي ملڪ جي سيني اخبارن ۾ ٻنهي يوسفن جي وزيرن سان ملاقات جي خبر شايع ٿي. پر ان خبر شاگردن تي سٺو اثر نہ وڌو ۽ شاگردن ۾ ڪوتاه نظريءَ سبب گروه بندي ٿي پئي.

٢٨- مارچ تي وائيس چانسلر صالح قريشي سڄي سنڌ جي ڪاليجن جي پرنسپالن جي گڏجاڻي سڏائي. آءٌ، ڪامل ۽ غلام نبي

مغل (سچل ڪاليج وارو) مختلف پرنسيپالن سان ملياسين ۽ کين چيوسون ته پنهنجي گڏجاڻيءَ ۾ ان ڳالهه تي زور ڏين ته ڦهريائين شاگرد آزاد ٿين پوءِ ڪاليج ۽ يونيورسٽي کوليا وڃن. جڏهن گڏجاڻي ٿي ته ڊاڪٽر اي. ڪيو. ڪي. افغان، مسز شمس عباسي، مرحوم محمد ميمڻ (جيڪو جناح لا ڪاليج جو پرنسيپال به هو) ۽ غلام حسين جعفري اسانجي موقف جي حمايت ڪئي. مرحوم محمد ميمڻ ۽ ڊاڪٽر افغان صاحب يونيورسٽيءَ مان پوليس جو قبضو ختم ڪرڻ تي زور پريو. نيٺ فيصلو ٿيو ته پوليس کي يونيورسٽيءَ مان هٽايو وڃي ۽ تعليمي ادارا في الحال نه کوليا وڃن.

ٿورن ڏينهن کانپوءِ آءٌ شاگردن کي آزاد ڪرڻ جي معاملي تي وائيس چانسلر صالح قريشيءَ سان ملڻ ويس، پر هو مون سان سٺي طرح پيش ڪونه آيو. مونکي ڌمڪي ڏنائين ته ”جيڪڏهن تون پنهنجي حرڪتن کان باز نه آئين ته توکي جيل موڪليو ويندو. تنهنجو وارنٽ اڃان واپس نه ورتو ويو آهي. ماٺ ڪري وڃي پڙهه“ هن مونکي صلاح ڏني. ”شاگردن کي جيل ۾ وجهائي هاڻ اسين وڃي پڙهون، اهو نٿو ٿي سگهي. اسين شاگردن جا چونڊيل نمائندا آهيون، اسانتي وڏيون ذميداريون عائد ٿين ٿيون.“ مون جواب ڏنو، پر ڏٺم ته هو هڪ سٽيو مٽيءَ هو جنهن تي ڪوبه اثر نه ٿيو. آءٌ هليو آيس. حقيقت ۾ اسين هڪ ٻئي کي ڪونه وڻيا هئاسين.

شام جو والد صاحب، محمد ميمڻ صاحب جي آفيس ۾ آيو ۽ مونکي چيائين ته: ”ڪجهه ڏينهن ڳوٺ هلي آرام ڪر.“ حميد سنڌي به موجود هو. ٿنهي مونتي زور پريو ته ڳوٺ هليو وڃان ۽ ڪجهه ڏينهن آرام ڪيان. مون گهڻو ئي پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڦاسي ويس. اصل ڳالهه هيءَ هئي ته ٿنهي جو خيال هو ته ڪجهه ڏينهن لاءِ شاگرد بلڪل خاموش ٿي وڃن، ته جيئن ٻين شاگردن جي آزادي ممڪن ٿي سگهي. وائيس چانسلر قيدي شاگردن جي والدين سان مليو هو ۽ انهن کي به اِهائي ڳالهه چئي هئائين، ته جيترو جلد شاگردن جو گوڙ ۽ واويلا ختم ٿيندو ايترو ئي جلد ٻيا شاگرد آزاد ٿيندا. پر پوءِ ثابت ٿيو ته اهو هڪ ڏٺو هو ۽ فقط شاگردن

جي تحريڪ کي سبوتيج ڪرڻ جو هڪ ڍونگ هو. مونکي ڳوٺ وڃڻو پيو. ڳوٺ وڃڻ جي ٻئي ڏينهن ڊي. سي باباڪي گهرائي منهنجي باري ۾ چيو ته: ”مسعود جي گرفتاريءَ جا وارنٽ آيا آهن، بهتر آهي ته حيدرآباد ۾ وڃي پيش ڪيوس، نه ته اوهانجي جائداد ضبط ڪئي ويندي.“

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اخبارن ۾ به حڪومت طرفان اعلان ڪيو ويو ته مير امداد، سڪندر عباسي ۽ مسعود نوراني ٤- اپريل تائين پيش نه پيا ته سندن جائداد ضبط ڪئي ويندي. مير امداد ٣- اپريل تي پيش پيو. آءٌ ٤- اپريل تي علمدار رضا ڊي. سيءَ جي آفيس ۾ ويس ۽ پاڻکي گرفتاريءَ لاءِ پيش ڪيم. امان الله عباسي وڪيل مونسان گڏ هليو هو. امان الله عباسي صاحب ۽ محمد ميمڻ مرحوم به اهڙا وڪيل هئا، جن شاگردن سان توڙ تائين نڀايو هو. سڪندر عباسي پيش نه پيو، پوءِ سندس گهر تي پوليس قبضو ڪري ورتو. سندس گهر وارن کي سخت تڪليف آئي گهر جو سامان در بدر ٿي ويو. مون محسوس ڪيو ته تحريڪ ۾ جيتري روحاني ۽ مالي تڪليف سڪندر عباسي کي آئي، اوتري ٻئي ڪنهنکي ڪونه آئي. هو شاليمار سئنيما جو مئنيجر به هو ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ۾ ڪلارڪ به هو، تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سبب ٻئي نوڪريون ويس. پوءِ سندس گهر ۾ ڪئين مهينا فاقا ڪشيءَ جو عالم رهيو.

مونکي گرفتار ڪري حيدرآباد سينٽرل جيل وٺي آيا. اتي پهريون شخص جنهن سان ملاقات ٿي اهو هو مير امداد. مير صاحب سان منهنجو وقت ڪيئن ڪٽيو اهو هڪ تمام وڏو قصو آهي، جنهنکي ٤- مارچ جي هن مختصر تاريخ ۾ لکڻ مناسب نٿو سمجهان. بهرحال مختصر هيءُ ته اسان ٻنهي جي طبيعتن ۾ سخت تضاد هو، پر سچي وارڊ ۾ اسين هئاسين به ٻئا. لازمي طرح گڏ جي وقت گذارڻو هو. تنهنڪري ڪنهن نه ڪنهن نموني وقت ڪاٽيندا رهياسين. اڪثر ڪري ڪنهن نه ڪنهن بحث ۾ الجهي پوندا هئاسين ۽ هڪ ٻئي سان تڪا به ٿي ويندا هئاسين، عارضي طرح ڳالهائڻ بند به ٿي ويندو هو، پر پوءِ ٻنهي مان ڪونه ڪو وري پهروٺ ڪري تلخي ختم

ڪري ڇڏيندو هو.

لالا قادر وارا ڪاراتين ۾ بند هئا. اسٽاف جي ماڻهن جهڙوڪ پير عبدالباقي ، اختر شاهه ۽ شيخ اظهر سان منهنجو رابطو قائم ٿي ويو هو. رات جو پهري تي ايندڙ سپاهي اسانجون چٺيون هڪ ٻئي کي پهچائيندو هو. آءٌ ۽ ميرامداد سياسي نظربند هئاسون ۽ عمر پٽيءَ وارا ڏوهارين جي لسٽ ۾ شامل ڪيا ويا هئا. سندن ملاقاتون چالو هيون پر اسان ٻنهي جون ملاقاتون بند هيون، تنهنڪري سيڌي سامان جي اڻاٺ هئي. مون وارو پاڻ انور رات جو سپاهيءَ جي هٿان ضرورت جون شيون ۽ ماني موڪليندو هو. هنن کي گهران ماني گهرائڻ جي اجازت هئي، پر اسان ٻنهي کي گهران ماني گهرائڻ جي اجازت به ڪانه هئي.

سي آءِ ڊي جا ساڳيا افراد دائود خان، ڊي ايس پي ڪرم الاهي وغيره ايندا رهيا ۽ اسانکان واري واري سان بيان وٺندا رهيا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ سڪندر عباسي به پيش پيو ، اهڙيءَ ريت گرفتاريون مڪمل ٿي ويون. رئيس الله بخش منگسي سان به جيل ۾ ملاقات ٿي. نهايت دلچسپ انسان نڪتو، هن منهنجي ملاقات بلوچستان جي هڪ مشهور سردار ۽ ايم اين اي دودا خان زرڪرٽيءَ سان ڪرائي. هو ايوب خان جي عتاب جو شڪار هو. دودا خان هڪ خوفناڪ انسان هو. ڳڪو، وڏيون وڏيون نوڪدار مُڇون، قد جو بندرو، ڳالهائيندو نڪان هو. بيحد خارباز هو. ٿوري ڳالهه تي گرم ٿي ويندو هو. شروع ۾ جڏهن منگسيءَ منهنجو تعارف ڪرايو، تڏهن هن اکين کي ڦيرائيندي نڪ مان آواز ڪڍيو 'ونهون' (ويهو) ته مون پنهنجي پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ ٿڌ جي هڪ لهر ڊوڙندي محسوس ڪئي. سنڌي ۽ اردو ٻئي زبانون ڳالهائي سگهندو هو. هڪ وڏي تسبيح جنهن ۾ اٽڪل هزار کن داڻا هوندا هئا، هر وقت کڻي گهمندو هو، بلڪ گهليندو رهندو هو. سندس هٿ تسبيح جي داڻن تي هلندو رهندو هو. هڪ دفعو الله بخش منگسيءَ چيس ته، "خان هن تسبيح ۾ ڪجهه وڌيڪ داڻا وجهه ته انجو ڪمند ٺاهي جيل جي ڀت ٽپي هلون." ان جملي تي ڏاڍو کليو. لطيفن ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هو. هڪ دفعو

لطيفو پڌايو مانس، پرپوءِ ڦاسي ويس. جڏهن به ملانس چوندو، "لطيفون پڌانءِ." مصيبت وري اها، جو ڪنن کان ٿورو سرلو هو. مونکي لطيفو ٻُڌلو ڦاڙي پڌائڻو پوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن چوندو هو، "گانو پڌاءِ." ظاهر آهي ته گانو به رڙيون ڪري پڌائڻو پوندو هو، گاني جي سُر جو جيڪو حشر ٿيندو هو سو سيڪو سمجهي سگهي ٿو. هڪڙي ئي گاني پڌائڻ سان ساڻو ٿي پوندو هوس. پيو گانو يا پيو لطيفو پڌائڻ لاءِ مونکي پاڻيءَ جا ٻه ٽي گلاس ڏونڪڻا پوندا هئا. هو دليرماڻهو، ملڪ جي سيني سياستدانن سان مليو هو. مونکي انهنجي باري ۾ ڪافي معلومات حاصل ٿي وئي. سياست تي اڪثر بحث ٿيندو هو. دل جو صاف ۽ فراخ هو. گوريلا جنگ جو قائل هو. چوندو هو، "گوليءَ واري سياست ڪيو. بندوق هلائڻ ٽتي اچڻي ته بلوچستان هل. اتي آءٌ توکي بندوق، مشين گنن ۽ گرينڊ هلائڻ سيکاريان. نعري بازيءَ مان ڪجهه به هڙ حاصل ڪونه ٿيندو."

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ والد صاحب مونسان جيل ۾ ملڻ آيو. مونکي چيائين ته، "مونتي ڏاڍو دباءُ وڌو اٿن: چونٿا ته انور کي هرگز نه ڇڏينداسون ۽ توکي به هرگز آزاد نه ڪندا. مونکي ملڪيت ضبط ڪرڻ جي الڳ ڌمڪي ڏني اٿن. وائيس چانسلر مونکي گهرايو هو. چوي ٿو ته جيڪڏهن تون واعدو ڪرين ته ٻاهر نڪري ڪوبه گوڙ نه ڪندين ۽ مان ڪري پڙهائيءَ ۾ مشغول ٿي ويندين ته وائيس چانسلر جي خاطريءَ تي توکي ۽ پين سيني کي آزاد ڪيو ويندو." مون چيو ته، "٢٤ سال مون اوهانجو چيو مڃيو آهي. اج اوهان منهنجي ڳالهه مڃو. مهرباني ڪري مونکي ان معاملي ۾ مجبور نه ڪيو. آءٌ ڪوبه اهڙو واعدو نه ڪندس، جنهن مان منهنجو ضمير مونتي ملامت ڪري يا شاگرد تحريڪ کي نقصان پهچي يا انهنجي بي عزتي ٿئي. باقي رهيو اسانجي جيل ۾ رهڻ جو سوال، سو اوهان مان ڪري وڃي گهر وهو. حڪومت اسانکي پاڻهي آزاد ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندي." پوءِ منهنجو ۽ بابي جو ڏاڍو بحث ٿيو پر آءٌ پنهنجي موقف تان نه هٽيس. جيلر چنا صاحب جيڪو اتي موجود هو، پيءُ پٽ کي ايترو بحث ڪندو ڏسي حيران هو، چو جو اڪثر

ڪري سنڌ ۾ والدين جو حڪم حرف آخر هوندو آهي. پر مون سوچيو هو ته اصول به وقعت رکن ٿا. مونکي هر شيء کان وڌيڪ تحريڪ، انقلاب ۽ وطن جو وقار پيارو هو. مائٽن جو قرب وري به حاصل ڪري سگهجي ٿو، پر تحريڪ هڪ دفعو ڦٽي ته وري ڏاڍي ڏکي ٿي نهي ٿي.

بهرحال والد صاحب ٻئي ڏينهن وري ملڻ آيو. مون پنهنجي وارڊ مان چوائي موڪليو ته پڇوس، "جيڪڏهن ڪالهوڪي ڳالهه وري چوڻي اٿس، ته واپس هليو وڃي، آءٌ ڪونه ملندو سانس. پر جيڪڏهن ڪا ٻي ڳالهه ڪرڻي اٿس ته پوء آءٌ ملڻ لاء تيار آهيان." چوائي موڪليائين ته، "ٻي ڳالهه آهي اچي مل." آءٌ ويس، پر ڪيائين ساڳي ڳالهه. مون به ساڳيو جواب ڏنو. نيٺ هنکي ڳالهه سمجهه ۾ آئي ۽ هو هليو ويو. مير امداد جو وڏو پاءُ به آيو ۽ مير امداد کي ڪجهه سمجهائين. هو وائيس چانسلر جي خاطريء تي آزاد ٿي ويو. آءٌ پنهنجي وارڊ ۾ اڪيلو رهجي ويس. جيل وارن منهنجي اڪيلائي جو خيال ڪندي مونکي (A) وارڊ ۾ دودا خان ڏانهن موڪلي ڇڏيو. پوء ته رڳو هٺا لطيفا، گانا ۽ واڪا.

هڪ دفعو دودا خان منڊي ۽ پاوا رڌايا. ماني دسترخوان تي رکي وئي. مونکي مانيء جي ضرورت محسوس ڪانه ٿي ٿي. دودا خان مونکي ماني کائڻ لاء چيو، مون چيومانس ته: مونکي بُک ڪانهي، پر هن زوريء ڇڪي مونکي دسترخوان تي ويهاري ڇڏيو. جيل ۾ اسانکي مليل نوڪرن جڏهن ٻوڙ جي پليٽ منهنجي اڳيان رکي ته ان مان اٿندڙ بوء جي ڪري مونکي هڪ اوڪارو آيو. مون يڪدم پليٽ کي سيري پري ڪري ڇڏيو. "ڇا ڳالهه آهي؟" دودا خان اکيون ڦيرايون. "مونکي بک ڪانهي، آءٌ ماني نٿو کان." مون ڪراهت ۾ چيو، "ڇاٿو چوين! آءٌ چوان ٿو ته ماني کاءُ." دودا خان رنبي ڪندي ۽ منهنجي پليٽ ۾ پرسان پيل ديگڙيء مان ٻوڙ اوتيندي چيو. دودا خان جا ٻئي نوڪرڊپ ۾ وٺي پڳا، ۽ وارڊ جو در کولي نظرن کان اوجهل ٿي ويا. هڪڙي سيڪنڊ لاء مونکي خيال آيو ته اها ٻوڙ جي پليٽ کڻي هڪڙي پاسي اُڇلائي ڇڏيان. پر

هو شايد منهنجي خيال کي تاڙي ويو. هن ٻوڙ جي ديڳڙي کي لوڏيو. يعني مطلب هوس تہ جيڪڏهن تون اِها پليٽ اُڇلائيندين تہ هيءَ ٻوڙ جو ديڳڙو تنهنجي مٿان اونڌو ڪندس. ڪجهہ دير لاءِ اسين هڪٻئي کي ڪائينڊڙ نظرن سان تڪيندا رهياسين. پر پوءِ مونکي سندس بزرگيءَ ۽ سرداريءَ جو خيال اچي ويو. هنکي پنهنجي حڪم جي انحرافي يا انڪار ٻڌڻ جي عادت ڪانهي، آخرڪار هو ٢٨ قبيلن جو سردار هو. مون مانيءَ ڏانهن هٿ وڌائي هڪ ٽڪر ڇنيو ۽ ٻوڙ مان ٻوڙي وات ۾ وڌو. دودا خان ٻوڙ جي ديڳڙي مان هٿ ڍرو ڪري ڇڏيو. مونکي نرم ٿيندو ڏسي دودا خان بہ ٿڌو ٿيو. ٻہ-ٽي گرهہ زوري نڙيءَ کان هيٺ لاهي مون پنهنجو هٿ مانيءَ کان ڇڪي ورتو تہ وري مونتي زور ڪونہ پريائين. پوءِ نوڪرن ٻڌايو تہ هو ان ڪري پيچي ويا هئا جو دودا خان ڪاوڙ ۾ اچي ڪين ڪئين دفعا ماري چڪو آهي. هنن ٻڌايو تہ پنهنجي وطن ۾ هو ڪئين دفعا ننڍين ڳالهين تان قتل ڪرائي چڪو آهي.

بهرحال اهڙي پرخطر ماحول ۾ جيل جا ڏينهن ڪاٽيندو رهيس. دودا خان سان اڪثر ڪري وڏا سياسي بحث ٿيندا رهندا هئا، تنهنڪري جيل جي بوريت جو شڪار ٿيڻ کان بچي ويس. هن سان جيڪو وقت بہ گذريو بهرحال چڱو وقت گذريو. اڄ سندس صحت جون اهي گهڙيون اڃا وساري نہ سگهيو آهيان.

مئي جي ١٩- تاريخ عمر پٺي ۽ لالا وارن جي ضمانت منظور ٿي. ٢٠- تاريخ تي هنن کي آزاد ڪيو ويو. سندن شاندار جلوس ڪڍيو ويو، جنهن ۾ هزارها ماڻهن شرڪت ڪئي. يونيورسٽي ڪئمپس ۾ اهو جلوس ختم ٿيو. قيد مان رها ٿيل شاگردن تقريرون ڪيون. يوسف لغاري بہ اتي موجود هو. شاگردن حڪومت کي انتباهہ ڏنو تہ جيڪڏهن سندن باقي رهيل هڪ شاگرد ساٿي (يعني مونکي) کي چوويهن ڪلاڪن ۾ آزاد نہ ڪيو ويو تہ سڄي شهر کي باهہ لڳائي وينديسين. ان وچ ۾ مونکي خبرپئي تہ انجنيئرينگ ڪاليج کلي ويو آهي. مونکي اها بہ خبر پئي تہ يونين جي هڪ مهاجر عهديدار رفيق شيخ جو ڪاليج ڪولائڻ ۾ وڏو هٿ آهي. مون عهد ڪيو تہ رفيق شيخ

ڪي سٺي سيڪٽ ڏيندس. ڪاليج جي يونين جو هڪ اهم عهديدار شاگردن جي مفاد خاطر جيل ۾ وڃي ۽ ڪو شاگرد انڪي درگذر ڪري پاڻ ڪلاسن ۾ وڃي ويهي ۽ شاگرد تحريڪ کي نقصان پهچائي، اها غداري نه آهي ته ٻيو ڇا؟ آءٌ رفيق شيخ کي سٺو سبق ڏيڻ لاءِ اسڪيمون ٺاهيندو رهيس.

يوسف لغاريءَ وارن جي ڌمڪي ڪارگر ثابت ٿي ۽ مونکي ٻئي ڏينهن صبح جو ڇهن لڳي آزاد ڪيو ويو. ساڳيءَ رات نيو ڪئمپس ۾ هڪ جنرل باڊي سڏائي سون. يوسف لغاريءَ اعلان ڪيو ته يونيورسٽي ٻلي کولي وڃي، پر جيستائين ڪمشنر کي سندس عهدي تان نه هٽايو ويو آهي، تيستائين يونيورسٽيءَ جي عمارتن تي ڪارا جهنڊا لهرايا ويندا ۽ هرڪو شاگرد ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌندو. ساڳي رات يونيورسٽي تي ڪارا جهنڊا چاڙهيا ويا. ۽ شاگردن پٽيون ٻڌيون ۽ عارضيءَ طرح ڪمشنر جي خلاف تحريڪ ٿڌي ٿي وئي.

ٻئي ڏينهن آءٌ صبح جو انجنيئرنگ ڪاليج ويس. مون اتي پهچڻ سان سڀ ڪان ڀهريائين جيڪو ڪم ڪيو، اهو رفيق شيخ کي ڳولڻ جو هو. ڊگهي تلاش ڪانپوءِ هو مونکي هڪ هنڌ پنهنجن دوستن سان گشاپتا هڻندو نظر اچي ويو. آءٌ هن ڏانهن وڌيس، ته هو مونکي ڏسي 'هلو' ڪري اڳتي آيو. مون هنجي ويجهو وڃي هڪ هٿ سان سندس ڇاڙي مٿي ڪئي ۽ ٻئي هٿ سان سندس ڳل تي چمات وهائي ڪڍي. مون هنکي چيو، "اسين سنڌ جو آواز آهيون اسانجي مخالفت ڪندين ته چيپاٽجي ويندين."

ان چمات جو وڏو اثر ٿيو، سي آءِ ڊي وارن ڪمشنر کي وڃي رپورٽ ڏني ته يونيورسٽي ۾ سنڌي مهاجرن جو جهڳڙو ٿي پيو آهي. سڄي يونيورسٽي پوليس جي گهيري ۾ اچي وئي. سوين پوليس وارا ڄامشوري جي پل جي ٻنهي پاسن کان مورچا ٻڌي ويهي رهيا.

۴- مارچ جي تحريڪ اتي ختم نه ٿي، بلڪ نئون رنگ وٺي تحريڪ جي ابتدا ٿي. انهيءَ تحريڪ ٿي درحقيقت ٻين تحريڪن کي جنم ڏنو، ۽ سنڌ ۾ سجاڳيءَ جو ٻج ڇٽيو. ۴- مارچ تي جنهن تحريڪ

جي شروعات ٿي، انهيءَ پوءِ ون يونٽ کي ڏوڙائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو ۽ آهي، تحريڪ ڏي هئي جنهن سنڌ ۾ شاگرد ليڊرن جو پايو وڌو، اها تحريڪ اڃا ختم نہ ٿي آهي ۽ تيستائين ختم ٿي نٿي سگهي، جيستائين، سنڌين کي ۽ سنڌ کي سندس سڀئي حق نہ ملندا.

---

# پرک

اهو اديب جيڪو تنقيد نٿو سهي سگهي، اهو زنده نہ رهي سگهندو ۽ نہ ئي اڳيان وڌي سگهندو. تنقيد ڪندڙ جو مرتبو تمام گهڻو بلند آهي، جيڪر هو ايمانداريءَ سان تنقيد ڪري.

**سمونڊ جي سيوين** (سفر ناما)، ليکڪ: الطاف شيخ، سائز: ڪرائون، صفحا: ۱۹۶، قيمت ۵۰-۳، ڪاغذ: اڇو، تاريخ اشاعت: ۱۴- آگسٽ ۱۹۷۲ع، ڇپائيندڙ: انجمن فروغ ادب، هالا، سنڌ.

**سمونڊ جي سيوين** الطاف شيخ جو ڇوٿون ڪتاب آهي. انهيءَ کان اڳ 'منهنجو ساگر، منهنجو ساحل'، 'پيار جي گهڙي'، 'سمونڊ جن سائيهہ' (پاڪيٽ سائيز) ڪتاب نڪري چڪا آهن. پيار جي گهڙيءَ ۾ سفرنامن سان ڪجهہ ڪهاڻيون ۽ ڪجهہ لطيفا بہ آهن، باقي ٽنهي ڪتابن ۾ سندس سفرناما آهن. الطاف شيخ ميرين انجنيئر آهي، ۽ مختلف جهازن تي گهڻي پاڳي دنيا جو هر ملڪ ڏسي چڪو آهي. ۽ جتي جتي بہ ويو آهي، اُتي جا حالات لکندو رهيو آهي.

سنڌيءَ ۾ سفرنامن جي اٽاٽ هئي، هڪ اڌ ڪتاب جيڪڏهن الطاف جي ڪتابن کان اڳ نڪتو بہ آهي تہ انهيءَ ۾ عام پڙهندڙ جي دلچسپيءَ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي. الطاف جا سفرناما نہ فقط دلچسپ آهن، بلڪ معلوماتي پڻ. اهو ئي سبب آهي جو اِهي سفرناما پڙهندڙن ڏاڍا پسند ڪيا. ۽ انهن سفرنامن جي ڪري اڄ الطاف شخ مقبول ترين ليکڪ جي حيثيت ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. سندس لکڻيءَ ۾ ڏاڍي رواني آهي، هن جا سفرناما پڙهندي ائين محسوس ٿو ٿئي، ڄڻ اسين پاڻ بہ اهي جايون پنهنجي اکين سان ڏسون پيا. عام طور تي سنڌي يا اردوءَ ۾ جيڪي سفرناما ڇپيا آهن، هڪ اڌ کانسواءِ ڏاڍا خشڪ ۽ غير دلچسپ هوندا آهن. پر الطاف جا سفرناما شروع ڪجن ٿا، تہ پڙهڻ کان اڳ ڇڏڻ تي دل نٿي ٿئي. هن ڪتاب ۾ ستَ سفرناما آهن، سيئي دلچسپ ۽ معلوماتي.

هن ڪتاب جو پيش لفظ (اظهار خيال) بہ الطاف جو لکيل آهي. سڄي ڪتاب ۾ بس سندس اظهار خيال ئي ڪٽڪي ٿو. درحقيقت

اهڙا اظهار خيال پبلشر ڪندا آهن، ليڪڪ نه. ڪتاب جي مهڙ ۾ ڪمانڊر اسرارالله جو جيڪو خط انگريزي ۾ ڏنل آهي، انهيءَ جو ترجمو سنڌيءَ ۾ به ڏجي ها ته چڱو ٿئي ها.

ڪتاب جو ٽائيٽل ڏسڻ ۾ ته سهڻو ٿو لڳي، پر سفرنامن جي مناسبت سان نهي ٿٿو. الطاف اڄ جي دؤر جي جديد جهازن تي مئيرين انجنيئر آهي، ڪنهن سڙهه واري ٻيڙيءَ تي نه، جيڪا ٻيڙي ڪتاب جي ٽائيٽل تي آهي.

**ـ طارق اشرف**

**رهبر ڊائجسٽ**، ايڊيٽر: عابد لغاري. سائيز $\frac{20X30}{5}$، اڇو ۽ رنگين ڪاغذ، صفحا: ۱۱۲، قيمت: ۲-۰۰، تاريخ اشاعت: آڪٽوبر ۷۲ع، ڇپائيندڙ: رهبر پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌ.

**رهبر ڊائجسٽ** مودودي جماعت جو حمايتي پرچو آهي. ڪجهه عرصو بند رهي، پيهر وري شايع ٿيڻ لڳو آهي. هي ٻيو پرچو آهي. هن رسالي کي پيهر ڪيڻ سان شايد مودودي جماعت جو اهو مقصد آهي، ته سنڌ ۾ سندن نظرين جو پرچار سندن زبان ۾ ڪجي. ۽ سنڌين کي بيوقوف ناهڻ لاءِ پنهنجي پرچن جي ٽائيٽل تي موهن جي دڙي جي مُهرن جون تصويرون ڏنيون ويون آهن. مودودي جماعت ڇا به ڪٿي ڪري، پر محب ِ وطن سنڌي سندن چڪر ۾ نه ايندا. انهيءَ کان اڳ مودودي جماعت پراڻي اخبار **الوحيد** جي نالي ۽ ساک کان ناجائز فائدو ورتي، انهيءَ نالي سان سنڌيءَ ۾ ڏاڍي شان مان ۽ سهڻي ڇپائيءَ سان اخبار ڪڍي جيڪا ڏاڍي ٻچڙي تي بند ٿي وئي. انهيءَ کان اڳ اردو ڊائجسٽ، جسارت ۽ زندگي سنڌين لاءِ زهر اُڳاڇيندڙ رهيون، پر ڪين وريو ڪجهه به نه. انهيءَ ڪري وري پراڻو حربو استعمال ڪيائون. يعني سنڌيءَ ۾ ڊائجسٽ جو روپ پهرائي پيهر رهبر ڊائجسٽ کي ڪڍيو ويو. اسانکي شروع کان ئي انتظار هو ته ڏسون ته بگهڙ رِڍَ جي کَلَ ۾ ڪيترا ڏينهن ٿو رهي. پر بگهڙ جلد ئي ظاهر ٿي پيو.

آڪٽوبر جي پرچي جو ايڊيٽوريل اهڙو ئي آهي جهڙو جسارت يا زندگيءَ جو هوندو آهي. ايڊيٽر صاحب پنهنجي پَرَ ۾ ترجي ڏيڙيلن

سان ڏاڍي همدردي ڪئي آهي. پر هي صاحب سنڌين کي بيوقوف بنائڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو. ايڊيٽر صاحب ترقي پسندن تي چڱا چوهه چنبڙيا آهن، ۽ اِهو ڏيکارڻ لاءِ ته هو به ترقيپسند آهي، پاڻکي به گار ڏني اٿس، يعني پاڻکي به ترقي پسندن ۾ شامل ڪيو اٿس. پر ترقي پسندي اُتي ختم ٿيو وڃي، جتي هندن جو ذڪر اچي ٿو، نام نهاد ترقي پسند ايڊيٽر صاحب چوي ٿو ته: 'جنگ ۾ متاثر ٿيل هندو موٽي ٿر ۾ نه اچن، ڇاڪاڻ ته اُهي دشمن آهن.'

مودودي جماعت بهارين لاءِ رڙيون پئي ڪري تهاُهي پاڪستان ۾ اچن، جيتوڻيڪ اُهي هن علائقي جا آهن ئي ڪونه. پر ٿري هندو نه اچن— آخر ڇو ٿري هندو پنهنجي وطن ۾ نه اچن. هر انسان کي پنهنجي وطن اچڻ جو پورو اختيار آهي. جيڪڏهن مودودي جماعت چوي ٿي ته سنڌي هندو سنڌ ۾ نه اچن، ته پوءِ ڪين اهو به چوڻ گهرجي ته فلسطيني به پيل دربدر رهن، انهن کي به ڪو حق ڪونهي ته اُهي پنهنجي وطن فلسطين موٽي وڃن. مودودي جي جماعت ڇڙيون رکو انهيءَ ڪري پئي هڻي ته سنڌي هندو واپس سنڌ ۾ نه اچن، ڇاڪاڻ ته هندو هجن يا مسلمان، سنڌي وري به سنڌي آهن. ٿري سنڌي هندن جي اچڻ سان سنڌ جي طاقت وڌندي ۽ مودودي جماعت يا سندس سنڌي رسالو رهبر ڊائجسٽ اهو نٿو چاهي.

اسين محبِ وطن سنڌين کي چتاءُ ٿا ڏيون ته اُهي مودودي جماعت جي نئين هٿيار کان پاسو ڪن، موهن جي دڙي جي تصويرن تي نه ڀلجن. اُهي ماڻهو جنکي سنڌي جي نالي سان ڪراهت ٿي اچي، جيڪي سنڌ کي سنڌ چوڻ بدران باب الاسلام جي نالي سان سڏين، سي وري موهن جي دڙي جون تصويرون ڇپي پنهنجو مقصد پورو ڪرڻ ٿا گهرن. ڪوبه محبِ وطن سنڌي مودودي جماعت جو نالو ٻڌڻ به برداشت نه ڪندو آهي، ڇاڪاڻ ته اِها جماعت سنڌ جي ازلي دشمن آهي. اسين اهڙن رسالن جي ڪيئن همت افزائي ڪنداسين، جيڪي اسانجي مفاد جيخلاف هجن.

**— طارق اشرف**

# تنقيد ۽ رايا

مان اوهانجي هن حق لاءِ سدائين وڙهندس،
ته اوهين مون سان اختلاف راءِ ڪري سگهو.
— والٽيئر.

■ آڪٽوبر جي سهڻي ملي، پڙهي خوشي ٿي ۽ توهانجي اپيل ۽ للڪار پڙهي سون، تنهن ۾ توهان لکيو آهي ته: شايد سهڻيءَ کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ ٻي سنڌ سڄا ڳ مخزن جي مدد لاءِ اپيل به پڙهي. انهيءَ لاءِ هتان ڪوشش ڪري دوستن کان چندو وٺي موڪلي رهيو آهيان اميد ته قبول پوندو. توهان جنهن دليري ۽ سچائي سان 'ڪنڊڪوٽ جي سانحي' جو ذڪر ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ دلي طور ڏنيواد جا مستحق آهيو. اسانکي پريس جي انهيءَ رويي خلاف افسوس آهي، جو ايڏي وڏي واقعي کي به نظرانداز ڪيو اٿن. پين تي ميار ڪانهي پر 'سراج' تي وڏي ميار آهي. جنهنکي نه فقط خبر شايع ڪرڻ گهرجي ها پر اداريو لکي اقليت جي جان، مال ۽ عزت جي حفاظت جي تقاضا ڪرڻ گهربي هئي. ڇاڪاڻ ته سنڌ جي اقليتن جي عزت سنڌ جي عزت هئي ۽ سنڌ جي اقليتين جون نياڻيون سنڌ جون نياڻيون آهن. جيستائين اسانکي اطلاع مليا آهن انهيءَ واقعي ۾ انتظاميه جو پڻ هٿ هو. پيارا، انهيءَ واقعي ڪانپوءِ سنڌ جي اقليت جي هر فرد ۾ هراس ۽ خوف ڇانيل آهي ۽ اهو سوال آهي، ته ڇا سنڌي به جماعت اسلامي ۾ شامل ٿي انهن افرادن جي پشت پناهي ته نه ڪري رهيا آهن. انهيءَ ڪري ڪو به اقليت جو فرد پاڻکي محفوظ نه سمجهي رهيو آهي. ۽ وري جو مسٽر ڪٽپر صاحب جو اعلان ته اقليت لاءِ پروفيشنل ڪاليجن ۾ سيٽن جي بنياد تي داخلائون ڏنيون وينديون، اهي سيٽون ايل- ايم- سي ۽ ڊي- ايم- سي ۾ ٥-٥ ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. انهيءَ مان محسوس ائين ٿي رهيو آهي، ته عوامي حڪومت پنهنجن واعدن تان ڦري رهي آهي، جنهن ۾ صدر ڀٽي صاحب واعدو ڪيو هو ته ملڪ ۾ ڪنهنکي به رنگ، نسل، جنس، علائقي ۽ مذهب جي بنياد تي تعليم کان محروم نه ڪيو ويندو.

باقي ڪنپر صاحب جو اهو عذر ته هندو ڊاڪٽر پڙهي ٻاهر هليا وڃن
ٿا ۽ ملڪ جي خدمت نٿا ڪن، انهن لاءِ آءٌ فقط اوهانکان پڇانٿو،
ته ڊاڪٽري پڙهڻ ڪانپوءِ ڪمائي ۽ پئسي جي لالچ ۾ ملڪ کان
ٻاهر لنڊن يا آمريڪا يا ٻين ملڪن ڏانهن گهڻا ڪير وڃن ٿا؟ هندو
يا مسلمان . بهرحال ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي، ته عوامي حڪومت ۾
تعصبي ۽ جماعت اسلاميءَ جي حامين جو قبضو ڏينهون ڏينهن وڌندو
ٿو وڃي. عوامي حڪومت کي اڄ ڏري گهٽ سال پورو ٿي رهيو آهي
پر اڃا تائين ريڊيو تان سنڌ جي هر دلعزيز ڀڳت ڪنور رام جا رڪارڊ
نٿا ڏنا وڃن، جيتوڻيڪ ڪنور صاحب سنڌ ۾ ڄائو ۽ سنڌ ۾ شهيد ٿيو
۽ ڪلام به گهڻو ڪري شاه صاحب جو ڳايو آهي پر فقط انهيءَ
لاءِ ته هو هندو هو. سنڌ ۾ ڪئين ٽڪاڻا ۽ مندر مهاجرن جي قبضي
۾ آهن، قانوني طور اهي "اويڪيو" به نه آهن ۽ ڪيترن مسانن جي
زمين تي مهاجرن جو قبضو آهي ۽ اها زمين به اويڪيو نه آهي،
ڇاڪاڻ ته ٽرسٽ پراپرٽي آهي، پر اڃا تائين اهي قبضا خالي نه ڪرايا
ويا آهن، جنهنجي اسانکي عوامي حڪومت ۾ توقع هئي. پاڪستان ۾
گهٽي ۾ گهٽا اقليت سنڌ ۾ رهن ٿا پر سنڌ وزارت ۾ اسانجو ڪو به
نمائندو نه ڪنيو ويو آهي. مرڪز ۾ ڪنبيل وزير اسانجو نمائندو ڪنهن
به صورت ۾ نه آهي. چٽگانگ جي رهاڪو کي سنڌ جي اقليتن جي
مسئلن جي ڪهڙي خبر. سنڌ ۾ زرعي اصلاحات تحت فاضل زمينون
هارين ۾ تقسيم ڪيون وينديون، جيئن ته ضلعي حيدرآباد، ٿرپارڪر
۽ سانگهڙ ۾ ۴۳ سيڪڙو هاري هندو ڀيل، ڪولهي، ڪڇي ۽ اوڏ
آهن، انهنجا مسئلا به اسانجو سنڌ جو نمائندو پيش ڪري سگهي ٿو.
حڪومت اڄڪلهه دينيات جو ڪورس اسڪولن ۾ پاڙهڻ لاءِ تيار
ڪري رهي آهي، پر انهيءَ لاءِ اڃان تائين اسانجي دينيات جي باري
۾ ڪنهن کان به راءِ نه ورتي ويئي آهي. انهن سڀني مسئلن لاءِ سنڌ
وزارت ۾ جيڪڏهن اسانجو نمائيندو هجي ها ته ڌيان ڏيئي سگهي
ها. اڃان به اسين اميد ٿا ڪريون ته ترت سنڌ وزارت ۾ اسانجو نمائندو
شامل ڪيو وڃي ته اسين عوامي حڪومت جا شڪر گذار رهنداسون.

— پ. م. راڻي پيرو مل، ڪپرو.

■ سهڻي جي آڪٽوبر جي پرچي ۾، پنهنجي طرفان ۾ سهڻي تي پابنديءَ جا لفظ چِپِيل ڏسي دل تي ڇهڪ آيو. جيڪڏهن واقعي ائين ٿيو ته سنڌي هڪ دفعو وري گهوُر ننڊ ۾ سمهي پوندا. اول ته اها بد بخت گهڙي نه ايندي، جي آئي به ته اسان انکي پنهنجو رت ڏيئي به هلائيندا سين! توهان لکندا رهو. جيڪڏهن انهن ڪامورن کي چڙ ٿي لڳي ته پل لڳي. اِهي ٿانڊا هنن جي جهوليءَ ۾ وجهو ته مظلوم ۽ ظالم جو فرق محسوس ٿين. ياؤ! تاريخ هميشه فاتحن کي دهرائيندي آهي. غدارن کي نه.... حميد سنڌي، سنڌين لاءِ اڄان به ساڳيو آهي. جيڪو اڳ هو. حميد تحريڪ جو بنياد وڌو ۽ طارق انکي زور وٺايو. هنن جو سنڌين ۽ سنڌيءَ لاءِ ڪيل خدمتون وسارڻ جهڙيون ڪني آهن. بقول قمر شهباز جي: 'اڄ به تنهنجي لاءِ ويڳاڻا.' توهان چئو ٿا ته مان بک هڙتال ڪندس. توهان ته اهڙين حرڪتن کي ننديو هو. اڄ ڪيئن چئي ويٺا. اسان هڙتالون نه ڪنداسين بلڪ عملي ڪم ڪنداسين. سوليءَ اڪيلو نه پر هزارين سنڌي چڙهندا. اي تحريڪ جا علمبردار پاڻکي اڪيلو نه سمجهه، توسان سنڌين جو ڪٽڪ آهي. تحريڪ اڪيلو ماڻهو ته ڪونه ٿو هلائي سگهي. سنڌي تنهنجي هر سڏ کي لبيڪ چوندا. سنڌي رهندي تا حيات تائين ۽ سهڻي جئندي تا حيات تائين. مونکي هڪ عورت سمجهي کلندا نه ــ ڪاش مان مرد هجان ها. ڪنڊڪوٽ جي الميه جو احوال مونکي پنهنجي هڪ سهيليءَ (ڪلپنا موهڻي) لکيو هو. پر هڪ انقلابي زبان ۾ انجي نقش بنديءَ ضبطِ دامن هٿن کان بي اختيار ڇڏائجي ويو. مدت دراز کان هڪ دفعو وري رَت جي ڳوڙهن جو بند پاش پاش ٿي ويو. مان هڪ دفعو وري سنڌين جي جذبات تي حاوي ٿي. آونداهه سان ناهه ڪرڻ واري اک ـــ با غيرت قوم جي اکين مان ڳڙندڙ ڳوڙها به ڏس !؟ سنڌ ۽ سنڌين لاءِ اهو قضيو آهي. جيڪو اسلام جي جوارين کيڏيو. جنن ۽ ڏائڻين جي پٽ امروهي وري سنڌين سماجهڙن کي چار ۾ پيو ڦاسائي. ۽ سنڌين سان محبت جو قسم ٿو کڻي. هي نانگ آهي ۽ ضرور ڏنگيندو. 'ميري، سنڌ پر ڪيا گذري' متعصب الطاف قريشي جو مضمون آهي. جنهن ۾ هن سنڌين جي جذبن کي مجروح

ڪيو آهي. اردو جي پٺ ڪي اها به خبر نه آهي ته سنڌ فقط سنڌين جي آهي، يوپالي وري شرافت جو برقعو ته پائڻ گهري، پر سندس ڪنهن به سنڌي کان ڪجها ڪونه آهن . خدا ڪري ته اچا به آهي سنڌي گهر سنڌي اخبارون ۽ رسالا وٺن جيئن قومي پئسو پاڻ وٽ رهي. "اڪيان بيوس لڳيان" غلام نبي مغل جي ڪهاڻي هئي . ڪا خاص ڪونه هئي . مغل پنهنجي سابقه روايت کان گهٽ پري ٿي هيءَ ڪهاڻي لکي، جنهنجو ڪو به مقصد ڪونه هو. شايد پروچن جي چرچن جي چاهه، ٿڌ جي ڪٽتي ۽ بهار جي اوسيئڙي بوريت محسوس ڪرائي. فهميده ميمڻ جي ڪهاڻي الفاظن جي ڪمي سبب تاثر نه ڇڏيو. بس سنڌي، مهاجرن مان شاديون نه ڪن هن ڪهاڻي جو مقصد هو. نجم عباسي جي ڪهاڻي دستاويزي حيثيت رکي ٿي. ڊاڪا جي پس منظر ۾ موجود ڏؤر جي عڪاسي گهري هئي . اِهو نجم عباسي جو ڪمال هو. شمشيرالحيدري جي تقرير ۽ مسعود نوراني جو ۴- مارچ قابل ذڪر آهن. شيخ اياز جي انيڪ بيتن ڪانسواء قمر شهباز جو نظم تمام سٺو هو. نظم انسان ڪي جلد ياد ٿو ٿئي، ۽ دل تي ويهي ٿو. انڪري داناءُ شاعر پنهنجي اڳواڻن جا حالات شعرن ۾ ناهيندا آهن ته قوم لاءِ مفيد ٿين. اِهي سڀ ڳالهيون هن ڀيري سهڻي جي حصي شعر ۾ موجود هيون. باقي سڀني لکندڙن جون ڪاوشون وڻندڙ هيون .

— **سيما ممتاز عباسي**، لاڙڪاڻو.

■ ڪيتري عرصي کان سهڻي پڙهندو اچان، سهڻي جي پرچي ۾ وقت جي لحاظ کان چڱو مواد ڇاپجي ٿو. اها هر پڙهندڙ ڪي چاڻ هوندي. جيڪڏهن گهٽ نه، ته به ڪجهه، سنڌي ابوجهه عوام جي پلئه ضرور پيو آهي. توهانجي آڪٽوبر جي سهڻي ۾ ايڊيٽوريل ۾ جيڪو ڪجهه لکيل آهي سو صحيح آهي اوهانکي انهيءَ سان گڏ هي ڳالهه به ياد ڪرڻ گهرجي ته اها جوت جلندي رهندي. توهان جيڪو وقتي پارٽ سر انجام ڏيو پيا، انهيءَ لاءِ اسين توهانکي مبارڪباد جو مستحق سمجهون ٿا. توهانجي اکرن ۾ مايوسي جي هڪ گهري جهلڪ آهي. جيڪا همتائڻ بدران مايوسيءَ جي هڪ اونهي کڏي ۾ ڌڪيو ڇڏي. سڀني ڳالهين کي ڌيان سان ڏسڻ بعد سوچڻ تي مجبور

ٿيون ٿا، تہ آخر اهو سڀ ڪجهہ ڇا ٿي رهيو آهي، اسان سان بي واجبيون ڇو ٿي رهيون آهن، سنڌي ٻولي سيئني جي ٻولي آهي انهي کي بچائڻ جو فرض هر سنڌيءَ جو آهي. آءٌ هر سهڻي پڙهڻ کانپوءِ هڪ اهڙي دنيا جو درشن ڪريان ٿو، جنهن ۾ مظلوميت جا داستان دهرايا پيا وڃن، انهيءَ چيخ و پڪار ۾ ڪنهنجو ڪير همدرد نہ آهي. جنهنکي انهيءَ ظلم ۽ جبر جو احساس آهي، سي آگرين تي ڳڻڻ جيترا بہ نہ آهن. اهڙي گوڙ ۽ گهمسان ۾ چند ماڻهن يا چند سرفروشن جو احساس ڪٿي ٿو ٿئي. اهو درشن اهو درد جو احساس ڏيارينڊڙ حقيقت جيڪر ڪجهہ وقت هلي تہ چڱو، ڇاڪاڻ تہ اهو منظر هينئر ختم ٿيو تہ پوءِ گهڻو وقت اسان خالي ننڊ ۾ پئجي ويندا سين. جتان اسانجو جاڳڻ محال آهي. اسانکي خوشي آهي تہ ڪراچي جي سنڌي اخبار هلال پاڪستان جنهن اسانجي دل وٺان ڪردار ادا ڪيو آهي. هلال پاڪستان اونداهي ۾ هڪ چراغ روشن ڪيو آهي جيڪو پنڪيل لاءِ هڪ روشني جو مينار آهي انهيءَ لاءِ سراج صاحب کي جس هجي. آڪٽوبر جي پرچي ۾ ڪهاڻيون چڱيون آهن. گذريل پرچي ۾ الطاف شيخ جو خط پڙهيم سچ تہ انهيءَ لاءِ اسانکي محبت آهي جو ايترو پري رهي بہ اسان سنڌين کي ڪجهہ نہ ڪجهہ معلومات ڏيندو رهي ٿو. آخر ۾ سهڻي لاءِ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪندي دعا آهي تہ ادارو هميشه قائم رهي.

— **خدا بخش اي. ڪتري**، ميرپور بٺورو.

■ تون ڪو معمولي ماڻهو نہ آهين، سچ پچ جيئن مون ۽ منهنجي دوست ڏٺو آهي ۽ سمجهيو آهي تہ تو ۾ قدرت جي سچي شڪتي موجود آهي. تون جيڪي لکين ٿو سو سورنهن آنا سچ. ادا! آءٌ سمجهان ٿو تہ الله سائين سنڌ لاءِ سرمد توکي ئي موڪليو آهي. جو هروقت حق جو ڪلمو چوندو ٿو رهين. ادا، ڊپ ٿو ٿئي (خدا ائين نہ ڪري) متان توکي بہ ڪو اورنگزيب، سرمد وانگي شهيد ڪرائي نہ ڇڏي. ادا! 'سهڻي' تہ ڪابہ غلط ڳالهہ ڪو نہ ٿي لکي، باڪ سچي تصوير پيش ڪري. ۽ انهيءَ جي پيٽ ۾ 'اردو ڊائجيسٽ (اذان حق)' جي صورت ۾ جيڪو قوم جي هيرو ۽ ملڪ جي سنوارينڊڙ خلاف

ڪلم ڪلا زهر پيو هاري، انهيءَ ڪري ته ڪير چوڻ وارو به ڪونهي. ادا، سهڻي بند ٿي (خدا ائين نه ڪندو) ته پوءِ سنڌين کي گهرجي ته سمنڊ ۾ ٻڏي مرن يا پاڻ تان سنڌي نالو مٽائي مڪڙ ر ڪائي ويٺا ملڪ ڪي ڪائين. ’قوم جا هڏ ڏوڪي انسان‘ اسانجي شهر وارن جو اهو مطالبو آهي ته ’سنڌي رسالو‘ نڪري ته سهڻي وانگي لڪي.

— **ڏيالو مل موٽي**، ٽنڊو باگو

■ هن مهيني جي سهڻي پڙهيم، مونکي فهميده ميمڻ جي ڪهاڻي ’پهچي ويو پاڻڌي، ڏيئڙو ڪٽي ڏاهه جو‘ تمام گهڻو پسند آئي، چاڪاڻ ته هيءَ هڪ حقيقت هئي. سهڻي حق جو آواز آهي، سهڻي اسانجي زندگي آهي. سهڻي سنڌ، سنڌ سهڻي آهي. اڄ وري انهيءَ حق جي آواز کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. چا ابو سعيد بزمي جو هي قول ماڻهو پلجي ويا آهن: ’ قدرت جو هيءُ نهايت پراڻو قانون آهي ته حق جي آواز کي جيترو به دٻايو ويندو اوتروئي زياده سختي سان اڀرڻ جي منجهس همت پيدا ٿيندي آهي. مظلوميت ظلم جي ئي پاڻيءَ سان سيراب ٿيندي آهي ۽ مظلومن جي غم غصي جي باهه کي تشدد ۽ سخت گيريءَ سان وسائڻ جي جيتري به ڪوشش ڪبي آهي، اوتروئي زياده خوفناڪيءَ سان اُنجا شعلا اندر ئي اندر پڙڪڻ شروع ٿي ويندا آهن. ادا، سهڻي بند ٿي ته اسين خاموش نه ويهنداسين اسين سجاڳ آهيون.

— **ممتاز سنڌي، پروين سنڌي، رضيہ سنڌي**، ميرپور خاص

■ ماهوار سهڻيءَ جو هيءُ پرچو به نظر مان گذريو. سچ پچ ته مبارڪن موڪلڻ کان رهي نه سگهيس. اوهانکي جس هجي جو هر مهيني سٺو مواد مهيڙي سٽل سنڌين کي سجاڳ ڪري رهيا آهيو. اوهان هن پرچي جي ايڊيٽوريل ۾ جي شڪايتون ڪيون آهن سي بجا آهن. اگرچ موجوده حڪومت ’سهڻي‘ جي خلاف ڪوئي قدم کنيو ته پوءِ اسان به خاموش نه رهنداسين. ڇو ته سچ کي هميشه مچ لڳندو آهي. ڇوويهه سال خاموش رهڻ ڪانپوءِ به سنڌي عوام سان ڪوئي انصاف نه ٿيو. هاڻي جڏهن اسان پنهنجي حقن لاءِ آواز اٿاريو آهي ته اسانجي آواز کي زوريءَ دٻايو پيو وڃي. اهو ڪهڙو ۽ ڪٿان

جو انصاف آهي؟ فهميده ميمڻ جي ڪهاڻي گهٽي پسند آئي. مهاجرن نه اهو ئي رايو رکيو هو ته سنڌين کي پاڻ ۾ ضم ڪري ڇڏين ۽ ڪيترن مهاجرن ته سنڌين کي پنهنجي گهرن مان شاديون ڪرائڻ ۽ جندو پاڙو گڏ ڪرڻ جي آڇ ڪئي هئي. ڪيترائي منت جا موڙهيا نه انهيءَ فريب ۾ ڦاسي پيا. پر گهٽي قدر انهنجي رٿ ناڪام ٿي. شمشاد مرزا جي وائي انهيءَ ڪري پسند آئي جو هوءَ نون سنڌين مان آهي، ۽ سنڌي ادب جي خدمت ڪرڻ ڪري مان کيس دلي مبارڪباد ڏيانئو. جيڪڏهن بيا اردو اديب ۽ شاعر به جيجل سنڌ جي سينڌ سنوارڻ جو عهد ڪن ته پوءِ جيڪر هيڏا هنگاما ئي برپا نه ٿين.

'عابد' چنا، موري، ضلع خيرپور ميرس.

■ 'سهڻي' جو سچو مهينو انتظار هوندو آهي، سچ پچ ته سهڻي سنڌ جي غيور قوم جي ترجمان آهي. 'سهڻي' تحريڪ جو نالو آهي. توهان جيڪو 'پنهنجي طرفان' لکو ٿا اهو پڙهڻ لائق هوندو آهي، توهان جيڪو لکو ٿا، سچ ٿا لکو، ان ۾ ڪوبه وڌاءُ نٿا ڪيو. مون توهانکان پنجاب ديش جي سچڻ احمد سليم جي ائڊريس گهرائي هئي، جيڪا توهان ڪونه موڪلي. مونکي توهانجي جواب جو انتظار اڃا به آهي. شايد توهانجي خط جو قيامت تائين انتظار ڪيان. ڇاڪاڻ جو مونکي توهانجي لکڻ سان محبت آهي. مونکي سنڌ سان محبت آهي. توهان سنڌ جي عوام کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ جيڪو لکي رهيا آهيو، اُن لاءِ پوري سنڌي قوم کي توهان جهڙن دودن تي فخر آهي. توهان آڪٽوبر واري پرچي ۾ لکيو آهي ته : 'جيڪڏهن سهڻيءَ تي پابندي وڌي وئي ۽ اُهي سنڌي سچڻ جيڪي اڄ سهڻي جي ساراهه مان نٿا ڍاپجن، جنجي لکڻين ۾ سنڌ ۽ فقط سنڌ جو نعرو آهي، آهي جيڪڏهين خاموش رهيا ته آءٌ خاموش نه رهندس، آءٌ اڪيلو به ميدان ۾ نڪري ايندس، آءٌ اڪيلو به بک هڙتال ڪندس، آءٌ اڪيلو به جيل ۾ ويندس، آءٌ اڪيلو به ڦاهيءَ تي چڙهڻ لاءِ تيار آهيان، چاهي سنڌ جا بيا سچڻ ساٿ نه ڏين.' منهنجا پياءُ مونکي خبر نٿي پئي اِهو توهان ڇو سوچيو آهي ته بيا توهانجو ساٿ نه ڏيندا، اڳي پيو وقت هو، هاڻ سنڌ جو ٻچو ٻچو سجاڳ آهي. سنڌ ڌرتيءَ جو قسم ڪٽي

چوان ٿو، آءٌ توهان سان گڏ هوندس. چاهي مونکي ڦاسيءَ تي چڙهڻو پوي. سنڌ جو هر غيرتمند سنڌي جنهنکي هن ڌرتيءَ لاءِ عقيدت آهي، توهانجو ساٿ ڏيندو. توهان اڪيلا آن تحريڪ ۾ نہ هوندا. سنڌ جو سنڌي شاگرد توهان سان گڏ هوندو. خدارا توهان پاڻکي اڪيلو ان قافلي ۾ نہ سمجهو جيڪو منزل طرف وڌي رهيو آهي. منزل ڏور آهي، پر روشنيءَ جي ڪرڻن مان ائين ٿو معلوم ٿئي تہ اسانجو مستقبل روشن آهي. ادي فهميده ميمڻ جي لکيل ڪهاڻي بيحد پسند آئي، هي ڪهاڻي نہ پر هڪ حقيقت آهي جيڪا ڪيترين ئي سنڌين جي گهرن مان گذري پئي. مان اديءَ کي بهترين ڪهاڻي لکڻ تي مبارڪباد ڏيان ٿو. آمر جليل پنهنجو پاڻ ملهايو آهي. آمر جليل جو خط مونکي بيحد گهڻو پسند آيو. آمر جليل واقعي سنڌ جو سچو عاشق آهي. **— نظير قاضي،** نواب شاه.

■ اڄ پهريون دفعو آهي جو مان ڪنهن ادبي اداري ڏانهن ڪو پتر لکي رهيو آهيان. اها همت مونکي توهانجي معرفت ملي آهي، مونکي ڪتابن سان ايتري دلچسپي نہ آهي، انجو مطلب اهو نہ آهي تہ مونکي پنهنجي ادب سان محبت نہ آهي. اهڙي انسان جي روح کي مان مرده سمجهندو آهيان، جنهنکي پنهنجي ساهيتہ سان دلي لڳاءُ نہ هجي. پر سبب اهو آهي تہ بدنصيبي اها آهي جو جنهن وقت مونکي ادبي ڪتابن سان عشق هو انوقت اسانوٽ ادبي ڪتاب ئي ڪونہ هئا، اهي ڪتاب ادب جي معيار کان ئي واقف ڪونہ هئا. انڪري منهنجي دلچسپي ويندي رهي. ليڪن جڏهن مون 'سهڻي' کي پڙهيو تہ مونکي ان ۾ علم ۽ ادب جي اها جهلڪ نظر آئي، جا اڳتي وڌي اسانجي سنڌيءَ کي عروج تي پهچائڻ ۾ اهم رول ادا ڪري سگهي ٿي. سنڌيءَ کي سندس صحيح روپ ۾ پيش ڪرڻ ۾ اسانجي سهڻي پنهنجو پاڻ ملهايو آهي. اسانجي اندر ۾ جا پياس ڪنهن عرصي کان اسانجي روح کي تڙپائي رهي هئي، سهڻي اها پياس اها تڙپ صحيح سجاتي آهي ۽ منهنجي وياڪل آتما کي سهڻي پنهنجي امنگن جو امرت وردان ڪري ڇڏيو آهي. اڄ منهنجي دل ٿي تہ سنڌ جي هن بيباڪ ترقي پسند مخزن جي لائق ايڊيٽر کي سندس خدمتن لاءِ مبارڪ ڏيان

پاڻو طارق توهان جهڙيءَ طرح اسان سنڌ واسين جي جذبات جي ترجمي ڪري رهيا آهيو، ان لاءِ مان ته ڇا سنڌ جو ٻچو ٻچو توهانجو احسانمند آهي. منهنجا بزرگ! مان نه خوشامند ڪري ڄاڻان ۽ نه ئي وڏائي ڪرڻ ايندو اٿم. پر يگن ڪان جيڪو سڏ منهنجي اندر جو آواز ڪري رهيو هو، انجو پڙاڏو توهانجي لکيل ادارين ۾ پڙهي منهنجي دل عقيدت جي جذبات سان ڀرُ ٿي ويئي آهي مان چاهيانٿو ته پنهنجي محسن جا هٿ چمان. جنهن ماتا سنڌو، دودي ۽ درياه خان، سچل ۽ سامي، لاکيڻي لطيف ۽ سائين سومري شهيد کي جنم ڏنو، انجي ڪک مان اڄ به سن وارو سائين، شيخ اياز، عبدالحفيظ قريشي، رسول بخش پليجو توهان جهڙا لعل جنم وٺي رهيا آهن، ان سنڌو جي سيني تي اسانجي سنڌي جاتي، سنڌي ٻولي، سنڌي سڀيتا هميشه امر رهندي. ان سنڌي کي نه ته مودودي مٽائي سگهي ۽ نه ئي رئيس امروهي. توهان خدشو ظاهر ڪيو آهي ته سهڻيءَ تي پابندي پوندي، سو سهڻيءَ تي پابندي ڪو نه پوندي. سهڻي تي پابندي معنيٰ سنڌو جي آواز تي پابندي، سا سنڌو تي پابندي اسان ڪونه پوڻ ڏينداسين. اسان پهرين سنڌي پوءِ پاڪستاني ۽ ان بعد هندو آهيون. اسانجي ان نظريي ۽ سوچ کي ڪافرانه چوَ نه سڏيو وڃي پر اسانجي جان ماتا سنڌو جي امانت آهي، اسان اها ان تي ئي فدا ڪنداسين، جيسين سنڌ ۾ هڪ به سنڌي جيئرو آهي، سنڌ جي آواز سهڻيءَ کي ڪو به روڪي نٿو سگهي. اسانجو جيئڻ ۽ مرڻ پيئي سنڌ لاءِ وقف آهن. توهان جدوجهد جاري رکو اسانجي رهبري ڪريو، اسين توهانجا ساٿي آهيون. ڪنڌ ڪوٽ واري سانحي تي هر 'انسان' افسوس ڪندو، جڏهن ههڙا المناڪ ۽ شرمناڪ واقعات ٿيندا رهندا ۽ اسين خاموش تماشائي بڻجي ڏسندا رهنداسين ته پوءِ اسان مان ڪنهن به گهر جي عزت سلامت ڪونه رهندي ۽ لٽيرا اسانجو سڀ ڪجهه لٽي ويندا رهندا. مونکي افسوس آهي جو هي انڌير ٿيندو رهيو، پنيور جلندو رهيو، پر ڪو به ڪونه ڪڇيو، ڪنهن ظالمن ڪان پڇيو به ڪونه ته هيءَ ستم آخر ڇو؟ ڪنهن اخبار ان خبر کي شايع ڪرڻ جي همت ڪونه ڪئي، شايد ويچارا ڊنا ٿي ته ڪٿي مودودي صاحب ڪاوڙجي نه پوي ۽ اسانجي روزيءَ

تي نہ ات لڳي وڃي . اهڙي وقت تي توهان جنهن همت ۽ سنڌ دوستي جو ثبوت ڏنو آهي ان توهانجي عزت ۽ رتبو مظلومن جي دلين ۾ هميشه لاءِ قائم دائم ڪري ڇڏيو آهي. مان توهانجي اداري ۾ ڏنل جذبات لاءِ شڪرگذار آهيان .

**ٽي- آنند- ايم- لڏاڻي**، ڪپرو .

■ ادا، سڀ کان اول مونکي اجازت ڏي تہ سهڻي متعلق ٻہ ٽي لفظ چوان. سهڻي سچ پچ سهڻي آهي. ڪنهن هڪ ميهار جي سهڻي نہ، پر سنڌ جي لکها سوڍن ۽ سرويچن جي آس ۽ آسرو سهڻي. سهڻي پڙهي ڪڏهن نہ لڳندو آهي، ڇو تہ سهڻي صدين کان ستايل سنڌ جي صدا ۽ سنڌو جي پاڻي مان اڀري نڪرندڙ اهڙو سازُ آهي، جيڪو هر ڏکويل سنڌيءَ جي دل جي نمائندگي ڪري ٿو . مونکي خبر آهي تہ سهڻيءَ کي ان حيثيت ۾ آڻڻ لاءِ تو پوري زندگي صرف ڪري ڇڏي آهي. تو ڪي سچ پچ جس هجي . تو پنهنجو پاڻ چڱو ملهايو آهي ۽ سنڌ ڌرتي جي سچي سپوت ٿيڻ جو پورو ثبوت ڏنو آهي. تو شروع کانوني سهڻي جي ذريعي سنڌ جي عوام کي نثر توڙي شعر ۾ سٺي کان سٺو ادب ڏيڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. ۽ ساڳئي وقت ۾ تو وقت جي صدا کي ذهن ۾ رکندي وقت جي قدم سان قدم ملائيندي ملڪي، سياسي، توڙي ادب جي نين لاڙن ۽ نين جنم وٺندڙ حالتن ۽ حقيقتن پٽاندڙ ڪڏهن اياز جي شعرن، آمر جليل، آغا سليم، قمر شهباز، غلام نبي مغل ۽ ٻين ترقي پسند اديبن جي ڪهاڻين، تہ ڪڏهن مسعود نوراني جي ٤ - مارچ متعلق مضمون ۽ احمدسليم جهڙن سنڌ دوست پنجابين ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان چڱي چاڻ وارن خطن وسيلي سنڌين کي سندن عيار دشمن جي سازشن خلاف هوشيار ۽ تيار پئي ڪيو آهي. ادا، خاص ڪري تنهنجي ادارين تہ اهڙو ٻارڻ ٻاريو آهي، جنهنجي لاٽن سنڌين کي ڪيترين نيون واٽون ڏيکاريون آهن . جيتوڻيڪ تنهنجي ادارين ۾ سڀڪجهہ هوندي بہ ڪڏهن عجيب قسم جي ڪمي ۽ اڻاٺ محسوس ٿيندي آهي. ٿي سگهي ٿو تہ انجو سبب اهو هجي تہ تون ۽ مون سوڏا گهڻو ڪري سڀ سنڌي سياسي طور تي اڃا ناپختہ ۽ غير منظم آهيون،

ان هوندي به سهڻيءَ جا اداريه انهن جي ادارين کان يقينَ سان وڌيڪ آهن جن ۾ وڏيون وڏيون دعوائون ڪيل هونديون آهن، پر اهي دعوائون فقط دعوائون ئي هونديون آهن ۽ اهي عملي طور ناممڪن ۽ سياسي طور تي ذهني افراتفري ۽ سياسي نادانپڻي جي نمائندگي ڪنديون آهن. تون ايمانداري سان اهو ئي لکندو آهين، جيڪي پنهنجي ذهن ۾ مختلف مسئلن متعلق صحيح ۽ سچي راءِ قائم ڪندو آهين. بوءِ جڏهن تون لکندو آهين ته پوري سچائي ۽ بي ڊپائي جي، بنا رک رکا جي لکندو آهين. انهيءَ ڪري ئي تنهنجي ادارين ۾ هر سنڌي پنهنجي دل جي ڌڙڪن محسوس ڪندو آهي. ياءُ، سچ پڇين ته تنهنجو اداريو سچ جو اهڙو مچ هوندو آهي، جنهن ۾ ڪوڙ ۽ دوکي حا ڪوٽ ڪرندا ۽ پڙندا نظر ايندا آهن. تنهنجو اداريو سنڌ جي انهن نام نهاد سنڌ دوستن جي سوچن ۽ لکڻين کان لکها طور تي اُتم آهي، جيڪي هوٽلن ۾ ويهي سنڌ دوستيءَ جون وڏيون وڏيون لافون هڻندا آهن ۽ منهنجو ديش منهنجو ديش، سنڌو ديش سنڌو ديش جا نعرا هڻائيندا آهن، پر ڪنهن اونداهي رات جو سنڌ دشمن جماعت نعپ جي ليڊرن جي درن تي ڌڪا ۽ ٺاپا کائيندا نظر ايندا آهن. انهن‌جي سوچ منفي ۽ خود غرض ۽ انهنجي نظرين ۽ عمل ۾ وڏو تضاد هوندو آهي. هنن وٽ مختلف جماعتن ۽ مختلف مائٹهن لاءِ مختلف معيار هوندا آهن. جڏهن ته تو وٽ فقط هڪ معيار هوندو آهي، سنڌ ۽ فقط سنڌ. ادا، انهنجي کهڙي ڳالهه پڇين، جڏهن پنجاب ۾ اڙدو کي سرڪاري زبان بنائڻ جو فيصلو ڪيو ويو، ته هنن پنهنجن رسالن ۾ پنجاب کي ننديو ۽ نندڻ به ضرور کپي، پرجڏهن اهڙو ساڳيو فيصلو سرحد ۽ بلوچستان جي حڪومتن ڪيو ته هنن جا اداريه ۽ مضمون خاموش هئا. تازن هنگامن جي وقت به جڏهن پنجاب کان ايم اين اي ۽ ايم پي اي جا وفد هتي آيا ته هنن انکي سنڌ جي معاملات ۾ ٽنگ اڙائڻ قرار ڏيئي انهنکي نينديو. پر جڏهن سرحد مان اهڙي مقصد سان آيا ته هي وري به خاموش رهيا. حالانڪ ڏنو وڃي ته پنجاب مان اسيمبلي جي ميمبرن (نصرالله گروپ جا نه) جا جيڪي وفد آيا سي جماعت اسلامي ۽ نعپ جي ان پروپئگنڊا کي ختم ڪرڻ لاءِ آيا هئا

تہ سنڌ ۾ پنجابين جو قتل عام ٿي رهيو آهي. ان وقت جون اخبارون شاهد آهن تہ انهن سنڌ جي دوري وقت ۽ سنڌ جي دوري تان موٽي اهڙا واضح بيان ڏنا، تہ سنڌ ۾ پنجابي مڪمل امن ۽ سڪون جي زندگي گذاري رهيا آهن. ٻئي طرف سرحد مان آيل اسيمبليءَ جي ميمبرن سنڌن سرگرمين کي فقط اڙدو بازن تائين محدود رکيو. انهنجي مدد ۾ بيان ڪيڻ ۽ انهنجي قبرن تي قُلُ پڙهڻ. حالانڪ هنن ۾ ايتري سگهہ ڪانہ ٿي، جو اهي شهيد پراچہ، عبدالرزاق سومري شهيد ۽ ٻين سنڌين جي قبرن تي وڃن، انهنجي مائٽن سان عذر خواهي ڪن يا انهنجي همدردي ۾ اهڙي قسم جا بيان ڪين. ٻيو تہ نهيو جڏهن سائين جي .ايم.سيد تي بم سان حملو ڪيو ويو، تڏهن هو اچا هتي هئا پر سيڪجهہ معلوم هوندي بہ ڪنهن بہ قسم جي بيان ڪيڻ کان پرهيز ڪيائون. سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ سنڌ جا نام نهاد دوست ايڊيٽرن ۽ ليڪڪن سرحد جي وفد جي ناشائستہ ۽ سنڌ دشمن حرڪتن کي رس گلا.سمجهي هضم ڪيئن ڪري ويا . آخر انهيءَ کي اسين سنڌ جي انهن نام نهاد دوستن جي فقط ناداني سمجهون يا سنڌ دشمني سمجهون. اهو ڪٿي جو انصاف آهي تہ جي نعپ جو ليڊر سنڌ جي خلاف ڳالهائي ۽ حرڪتن ۾ اچي تہ همراهن جو قلم گونگو ٿيو وڃي. پر جي پنجاب جو احمد سليم سنڌ جي حمايت ۾ قلم کڻي تہ ان تي گارين جو وسڪارو شروع ٿي وڃي. آخر انجو مطلب ڇا آهي. اهو تہ ائين ٿيو تہ بجاءِ انجي جو دشمن کي Isolate ڪجي، پنهنجو پاڻکي Isolate وينا ڪيون. ها سو ادا، سنڌ جي انهن نام نهاد وارثن جي سوچ ۽ عمل ۾ تضاد جو ذڪر پئي ڪيم. هڪڙي طرف تہ هو سنڌين کي صاف ۽ سٿرو ادب ڏيڻ جي تبليغ ٿا ڪن، ايتري قدر جو جاسوسي ادب کي سنڌ دشمني قرار ٿا ڏين ۽ سنڌي ادب ۾ غلط روايتن جي ابتدا تصور ڪن ٿا تہ ٻئي طرف سنڌن رسالن ۾ اوپرا لفظ استعمال ڪندي ڪونہ گهبرائين. ادل ، منهنجو توڏانهن هن خط لکڻ جو مقصد اهو بہ آهي تہ آءٌ پنهنجي سنڌ واسي ڀائرن جي اڳيان نيشنل عوامي پارٽي جو عوام دشمن، سنڌ دشمن، مڪروهہ، مڪار ۽ منافق ڪردار واضح ڪيان. تنهنجي، منهنجي ۽ ٻين ڪيترن سنڌين جي اها متفقہ راءِ ٻي

رهي آهي تہ سنڌ، سنڌي زبان ۽ سنڌي تهذيب جي پاڪستان جي سياسي جماعتن ۾ وڏي ۾ وڏي دشمن، جماعت اسلامي آهي. پرهائي واضح طور تي پتو پيو تہ نعپ بہ سنڌ دشمنيءَ ۾ جماعت اسلامي کان ڪا وک پوئتي بہ نہ آهي. هي ٻئي جماعتون ساڳئي ڏکڻي جا چور ۽ ساڳي ڪوٺي جا گراهڪ آهن، ۽ سنڌ دشمني ۾ ٻئي همنوالہ ۽ هم پيالہ آهن. فرق فقط ايترو آهي تہ جماعت اسلامي جو سنڌ دشمن ڪردار ١٩٦٩ع ۾ ايوب خان جي خلاف هلايل عوامي تحريڪ وقت تڏهن واضح ٿيو، جڏهن سنڌ جي عوام پنهنجي قومي حقن جي بحالي لاءِ عظيم جيئي سنڌ تحريڪ شروع ڪئي ۽ جيئي سنڌ جو نعرو هنيو ۽ جماعت اسلامي وارن شاه جي رسالي کي باهہ ڏني، سنڌين تي ڪفر جي فتوا ڏئي جيئي سنڌ کي مري سنڌ سڏيو. پر نعپ جي پت تازو وائکي ٿي، جڏهن نعپ سرحد ۽ بلوچستان ۾ اُرڊو کي سرڪاري زبان قرار ڏيئي اڙدو جي لاءِ فضا کي نفسياتي طور تي سازگار بنايو. ۽ نعپ جي قيادت ۾ پنهنجن بيانن ۽ پنهنجن اخبارن جي ذريعي اڙدو سامراج جي موقف کي هٿي ڏني. ڏک جي ڳالهہ تہ اها آهي تہ سنڌ نعپ جي اڙدو قيادت نہ فقط اڙدو بازن جي مدد ڪئي، پر سنڌن کُلي قيادت پڻ ڪئي ۽ ڪراچيءَ کي الڳ صوبو بنائڻ جي ڌمڪي بہ ڏني، پر سنڌ نعپ جي موقع پرست ۽ هٿ ٺوڪي سنڌي قيادت ان وقت خاموشي اختيار ڪئي، جڏهن سنڌ جلي رهي هئي ۽ سنڌين جا گهر- تڙ جلي رهيا هئا. جڏهن سنڌي ٻارن، پوڙهن ۽ زالن کي شهرن جي رستن ۽ گهٽين ۾ رتوڇاڻ ۽ بيعزت ڪيو پئي ويو، تڏهن سنڌ نعپ جا سنڌي ليڊر گيڙو ڪپڙن ۾ ملبوس ڪوٺنا جي ننڍي سڙڪ تي يا تہ خرامان خرامان ڇهلقدمي ڪري رهيا هئا، يا بلوچستان جي گورنر هائوس ۾ پنهنجي ڪنن ۾ ڪپهہ وجهي آرام ڪري رهيا هئا. وقت ثابت ڪيو تہ سنڌ نعپ جا اهي ڪلاڏي پوش توڙي سفيد پوش سنڌي ليڊر ٻهرين نمبر جا موقع پرست، پنڌا گيرء اڙدو سامراج جا زرخريد غلام آهن. ادا، تون سوچيندو هوندين، جيئن اسانجا ڪيترا سنڌي سياجهڙا سمجهن ٿا تہ سنڌ نعپ جي سنڌي ليڊرن اهڙي قسم جو رويو شايد محمودالحق عثماني ۽ نعپ جي ٻين اهڙن

ڪرتا ڏرتائن ڪان ٻڇي اختيار ڪيو آهي. پر ائين نہ آهي. عثماني ڪان وٺي لغاري تائين، ولي ڪان وٺي بزنجو تائين ۽ ڪراچي جي شاگرد ليڊر ڪاظميءَ ڪان وٺي سنڌي شاگرد ليڊر مهر حسين شاهہ تائين. سڀني پنهنجو پنهنجو انوکو ڪردار نعپ جي هاءِ ڪمانڊ جي پاليسي ۽ گائيڊ لائين جي عين مطابق اختيار ڪيو. اهو تضادات سان ڀرطريقو نعپ جي سياست جو تمام پراڻو انداز آهي. فرق فقط ايترو آهي تہ اهو سياسي چڪربازي ۽ دوکيبازي جو رنگ ۽ ڍنگ عام ماڻهن جي اڳيان هيئنر واضح ٿيو آهي. توهان پنهنجي ذهن تي زور ڏيندا تہ اوهانکي ياد پوندو تہ جڏهن سنڌ ۾ سنڌ نعپ وارا سڀ. فيڊريشن خلاف آواز اٿاري رهيا هئا، تڏهن پنجاب نعپ جو تڏهنڪو ليڊر محمود علي قصوري سڀ. فيڊريشن جي حمايت ڪري رهيو هو. جڏهن سنڌ ۾ چام ساقي گروپ ڪراچيءَ کي سنڌ سان ملائڻ جي گهر ڪري رهيو هو، تڏهن ڪراچي ۾ نعپ جو چاڙتو ڪاظمي ٽولو ڪراچيءَ کي الڳ صوبو بنائڻ جي تحريڪ هلائي رهيو هو. ۽ مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ انهن ٻنهي ڏينهن ۾ سنڌ مان چام ساقي، مهر حسين شاهہ ۽ ٻيا، ڪراچيءَ جي ڪاظمي، هدايت حسين ۽ ٻين سان گڏ صدر (ڪراچي) جي هوٽلن ۾ سس پس ڪندا نظر ايندا هئا. جيستائين نعپ جو ون يونٽ دشمن ڪردار جو سوال آهي، تہ هڪڙي طرف تہ نعپ جي هاءِ ڪمانڊ ون يونٽ ٽوڙڻ جي گهر ڪندي هئي، پر وقت اچڻ تي اها ساڳي نعپ 'پاڪستان جي عظيم تر مفاد ۾' ۽ 'جمهوريت جي خاطر' جهڙن کوکلن نعرن جي آڙ ۾ ون يونٽ جي مطالبي کي هڪ پاسي تي رکي ون يونٽ دشمن جماعتن جهڙوڪ جماعت اسلامي، پي ڊي پي ۽ ڪائونسل مسلم ليگ سان گٺ جوڙ ڪري DAC ۽ نين هٿ ٺوڪين ۽ عوام دشمن محاذن ۾ شامل ٿي ويندي هئي. اوهانکي اهو بہ ياد هوندو تہ انهيءَ ساڳي نعپ ايوب خان جي سڏايل گول ميز ڪانفرنس ۾ ون يونٽ جي مطالبي کي گول ڪري هڪڙي طرف شيخ مجيب الرحمان، تہ ٻئي طرف پاڪستان جي ننڍن صوبن جي پيڙهيل عوام سان غداري ڪئي. اهڙيءَ طرح نعپ جي اها پراڻي پاليسي پئي رهي آهي جنهن مطابق هنجي هاءِ ڪمانڊ

مختلف صوبن ۽ مختلف ضلعن ۾ پنهنجي ليڊرن کي مختلف پاليسيون
۽ مختلف نعرا اختيار ڪرڻ جون هدايتون ڏيندي آهي. ۽ اهڙيءَ طرح
هو پنهنجي پارٽيءَ کي مختلف صوبن ۾ هڪ ئي وقت مقبول ڪرڻ
جي ناڪام ڪوشش ڪندا رهيا آهن. ڇو ته مختلف هنڌن جا مفاد
هڪ ٻئي جي خلاف هوندا آهن. ۽ نعپ وارا مختلف ماڻهن جي
جذبات سان مڪروهه کيڏ کيڏندي پنهنجا وڪا پڌرا ڪرائي وهندا
آهن. ادا، آءٌ توکي ڇا ٻڌايان، هي وڏا ٺڳ ۽ دوکيباز آهن. هي ڪنهن
به زمين، ڪنهن به خطي، ڪنهن به ٻولي ۽ ڪنهن به ثقافت سان
سچا نه آهن. هنن جو فقط هڪڙو مسڪن ۽ وفاداريءَ جو هڪڙو
معيار آهي. اهو آهي ماسڪو نوازي. هي ماسڪو جي آقائن جا خريد
ڪيل غلام ۽ انڌي تلقين ڪندڙ مريد آهن. هننجي پنهنجي ڪابه
سوچ ڪانهي. هي هر شيءِ ماسڪو مان امپورٽ ڪندا آهن ۽ پوءِ
اکيون ٻوري ان تي عمل ڪندا آهن. خاص ڪري نعپ جو موجوده
ڪردار مڪمل طور سنڌ دشمن آهي. منهنجا سرويچ ساٿي، ڪراچي
کي الڳ صوبو بنائڻ جي سازش، سرحد ۽ بلوچستان ۾ اڙدو کي
سرڪاري زبان بنائي اڙدوبازن جون همدرديون حاصل ڪرڻ جي
ڪوشش، ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ رهندڙ اڙدوبازن کي هر
قسم جي اسلح سان ليس ڪرڻ، سرحد مان خصوصي وفد موڪلي
ڪراچيءَ ۾ اڙدوبازن سان بند ڪمري ۾ ميٽنگون ڪرڻ، ڪي
اوچتا واقعا نه آهن. پر سنڌ کي مڪمل تباهه ڪرڻ جي منظم سازش
جون ڪڙيون ۽ ڏاڪا آهن. شايد توهانکي خبر ڪانهي ته افغانستان
جي هڪ ڳوٺ ۾ جيڪو پاڪستان جي سرحد صوبي جي ويجهو
واقع آهي، تنهن ۾ خوشحال خان خٽڪ جو قائم ڪيل هڪ اسڪول
آهي، جنهن ۾ نظريه پختونستان سيکاريو ويندو آهي ۽ ان اسڪول ۾
پخونستان جو نقشو به ٽنگيل آهي، جنهن ۾ مستقبل جي پختونستان
جون حدون به ڏيکاريل آهن. توهانکي ٻڏي حيرت ٿيندي ته ان نقشي
مطابق پختونستان جون حدون سرحد جي سڄي صوبي، بلوچستان
جي سڄي صوبي ۽ سنڌ جي سنڌو درياهه جي هن پاسي وارا علائقا
ويندي ڪراچي تائين ڏيکاريل آهن. انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن وقت

۾ هڪ ڪتاب به ڪڍيو ويو هو، جنهن ۾ ڪراچيءَ کي پختونستان جو قدرتي بندر ڏيکاريو ويو آهي. ادا، اسانکي اچا ڳالهه وڏيڪ سمجهه ۾ تڏهن ايندي جڏهن اسان انهنجي سچي منصوبي کي روس جي موجوده پاليسي جي روشني ۾ ڏسنداسين. روس جي پوزيشن اها آهي ته جو ايشيا واري ٽڪر جي سمنڊ ۾ ڪوبه لنگهه نه آهي. مجبور ٿي روس کي پنهنجي ايشيا واري ٽڪري جي گهرجن پوري ڪرڻ لاءِ سندس يورپ واري حصي ۾ ساموندي بندرن جو سهارو وٺڻو ٿو پوي، جنهنجي ڪري هنجي ذرائع تي تمام گهڻو بار پوي ٿو. ٻيو ته خود ڪراچيءَ جي ساموندي ۽ هوائي حيثيت اهڙي آهي جو هن خطي ۾ هنجو مدمقابل نه آهي. ۽ ساڳئي وقت تي روس ڪراچي کي جنهنجي خلاف چاهي مؤثر طورتي استعمال ڪري سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح روس جي انهيءَ منصوبي ۽ پختونستان جي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ هو. هن وقت به موقعو تمام سنهري آهي. ڇو ته سرحد ۽ بلوچستان ۾ روس نواز نعپ اڳئي اقتدار ۾ ۾ آهي. اهڙيءَ طرح هنن کي صرف ڪراچي جي مهاجرن جي حمايت جي ضرورت هئي. انهيءَ ڪري ئي ڪراچي ۾ مزدورن جي گڙٻڙ، سنڌي- مهاجر فساد جو ڊرامو رٿيو ويو. ادا، سوچيو ته سهي جيڪڏهن ڪراچي کي هي الڳ صوبو بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ته پوءِ انهنجو منصوبو گهڻي ڀاڱي پورو ٿي ويندو. منهنجي خيال ۾ ڪراچيءَ کي الڳ صوبو بنائڻ ئي انهيءَ سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي. جيڪڏهن ڪراچيءَ کي الڳ صوبو بنائين ته پوءِ سنڌي مهاجر فساد جي آڙ وٺي ڪراچي کي بلوچستان سان تمام آساني سان ملائي سگهجي ٿو. ۽ اهڙيءَ طرح هنجو منصوبو يقيني آهي. اهو ئي سبب هو جو بلوچستان ۽ سرحد مان سنڌ جي مظلوم عوام جي حق ۾ اڙدوباز ظالمن جي خلاف تڏهن هڪ به آواز نه اٿيو. جڏهن سنڌين کي ڪٺو ويو ۽ سنڌين جا گهر ساڙيا ويا. اهو ئي سبب آهي جو بلوچستان جي حڪومت بنگله ديش مان ڀڄي آيل بهارين کي ٻاڦ وٽ پناهه ڏني ۽ ڪيترين بهاري آفيسرن کي بلوچستان حڪومت ۾ اهم هنڌن تي رکيو ويو آهي. اهو ئي سبب آهي، جڏهن سنڌين جي خلاف SUN

اخبار جو ڊڪلاريشن رد ڪيو ويو، تڏهن بلوچستان ۽ سرحد حڪومت انهنکي آچ ڪئي ته اچي سندن صوبن مان sun ڪي ڪڍن- اهڙيءَ طرح ادا، جماعت اسلامي ۽ نعپ ٻئي سنڌ دشمن جماعتون آهن. انهيءَ ڪري وقت جي ضرورت آهي ته اسين سنڌي هوشيار ٿيون، ۽ اهڙين سنڌ دشمن جماعتن کي ان کان اڳ ئي پاڙ پٽي ڇڏيون، جو هو اسانکي مڪمل ختم ڪري ڇڏين.

**- مغل غلام نبي**، متياري

---

خط لکندڙن کي گذارش آهي، ته اُهي ڪاغذ جي هڪ پاسي لکن، حاشيو ڇڏين، ۽ پنهنجي پوري ايڊريس ۽ نالو لکن. جيڪڏهن نالو ڇپائڻ نه چاهين، ته لکي موڪلين، سندن نالو ظاهر نه ڪبو. **ادارو**

---

# هن پرچي جا ڪجهه ليکڪ

**توفيق الحڪيم**، مشهور مصري ڪهاڻيڪار آهي. هو ١٩٠٢ع ۾ مصر جي شهر اسڪندريه ۾ ڄائو هو. پهريائين قاهره ۾ پوءِ پئرس ۾ قانون جي تعليم پرايائين ۽ ڪجهه وقت سرڪاري نوڪري به ڪيائين. آخرڪار هنجو سڄو وقت لکڻ پڙهڻ ۾ گذرڻ لڳو. هن ڪيئي ناول، ناٽڪ ۽ مضمون لکيا. ناٽڪ لکڻ ۾ سڄي مصر ۾ نالو ڪڍيائين. ڪهاڻيون به لکيائين، پر ايتري شهرت نه مليس، جيتري ناٽڪن جي ڪري مليس. هن اٽڪل ٥٠ ڪن ڪتاب لکيا آهن، جيڪي سمورا ڇپجي چڪا آهن.

**انور**، پورو نالو محمد پريل، پيرزادو، تخلص 'انور'. انگريزي ادب ۾ ايم-اي ڪيل اٿس، ايل-ايل-بي ڪري رهيو آهي. سي-ايس-پي جا امتحان به دفعا پاس ڪري چڪو آهي، پر ويٽنگ لسٽ ڪان اڳيان نه وڌايو ٿنس. شاعري ڪندي، ٿورو وقت ٿيو اٿس، پر سندس شاعريءَ ۾ جيڪا پختگي، رواني ۽ نواڻ آهي، تنهن هينئر ڏي ڪيس سٺن شاعرن ۾ آڏي ٻيهاريو آهي، ۽ جيڪڏهن انور ائين ئي لڳن سان لکندو رهيو، ته جلد سندس شمار وڏن شاعرن ۾ ٿيڻ لڳندو. هن وقت هلال پاڪستان ڪراچيءَ ۾ نوڪري ڪري رهيو آهي.

**سرفراز راڄڙ**، سندس شمار اڄان نون شاعرن ۾ ٿئي ٿو، سندس ڪجهه شعر ۽ ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ شايع ٿي چڪيون آهن. سهڻيءَ ۾ سندس شعر پهريون ڀيرو شايع ٿيو آهي. اڪنامڪس ۾ ايم-اي ڪيل اٿس. هن وقت ڪپري ۾ رهي ٿو.

**محمد عثمان سولنگي**، نئون شاعر آهي. سندس ڪجهه شعر 'ڪڇهري' اخبار ۾ ڇپيا آهن. سهڻيءَ ۾ سندس شعر پهريون ڀيرو شايع ٿيو آهي. ايم-اي ڪيل اٿس. هينئر پنهنجي ڳوٺ ٽالهي ۾ رهي ٿو.

**مشتاق ٻاگاڻي**، نئون شاعر آهي، سندس ڪجهه شعر ۽ مضمون مختلف ڪتابن ۾ ڇپيا آهن، سهڻيءَ ۾ سندس شعر پهريون ڀيرو شايع ٿيو آهي. پولٽيڪل سائينس ۾ ايم-اي ڪيل آهي. هن وقت گورنمنٽ روڊ ٽرانسپورٽ ۾ چيڪر آهي.

# سهڻي پرنٽرس

**سهڻيءَ جي پڙهندڙن، دوستن ۽ سڄڻن جي تعاون سان قائم ڪيل سهڻيءَ جي پنهنجي پريس**

سهڻيءَ جي پريس لاءِ **پريس فنڊ** جي مهم هلائي وئي هئي، جنهن لاءِ سهڻيءَ جي پڙهندڙن، اسانجي دوستن ۽ سڄڻن پوريءَ طرح اسانجي مدد ڪئي، ۽ انهن جي تعاون سان سهڻيءَ جي پنهنجي پريس قائم ٿي سگهي آهي.

جهڙيءَ طرح سهڻيءَ جي سڄڻن پريس قائم ڪرڻ ۾ اسانجو ساٿ ڏنو، تهڙيءَ ريت اسانکي اُميد آهي ته اهي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ پڻ اسان سان مڪمل تعاون ڪندا. ولائتي رنگن ۾، سهڻا وزيٽنگ ڪارڊس، رائيٽنگ پيڊ، ٽائيٽل- توڙي سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ هر قسم جي ڇپائي.

**سهڻي پرنٽرس**

**الهندو ڪچو، حيدرآباد، سنڌ**

ov. 1972 Monthly **SOHNI** Hyderabad. Vol 3, No.11

REG. No. S-2860

■ سنڌ ۽ سنڌين لاءِ

■ سنڌ ۽ سنڌين جي حقن لاءِ

■ سنڌ ۽ سنڌين سان ٿيندڙ ناحق کي منهن ڏيڻ لاءِ

## جلد شايع ٿيندڙ

## هفتيوار سنڌ سجاڳ مخزن

ماهوار سهڻي جي سهاري برک اديب طارق اشرف ۽ شاگرد
ليڊر مسعود نوراني جي ادارت هيٺ جلد شايع ٿيندي.
انهن کان علاوه برک ليکڪ ۽ سياستدان هن مخزن جا
مستقل صلاحڪار آهن.

سنڌي اديبن، شاگردن ۽ سنڌي قوم پرستن کي
گهرجي ته هن مخزن لاءِ اسان سان تعاون ڪن.

---

## شايع ٿي ويو

**سهڻي پبليڪيشن جي 'آڳاٽو ادب' سلسلي جو ٻيو ڪتاب**

# اڻ وسرندڙ ڪهاڻيون

## (ريگستاني ڦول)

وهاڱي کان اڳ جي برک ليکڪن گوبند مالهي، رام پنجواڻي،
آنند گولاڻي، سوڀو گيانچنداڻي، عبدالستار شيخ، ڪرشن کٽواڻي
۽ ٻين ست ليکڪن جون ١٣ اصلوڪيون ڪهاڻيون.

**سهڻو ٽائيٽل، صفحا هڪ سؤ اٺ، قيمت ڏيڍ رپيو**

[هن ڪتاب جي سموري آمدني هفتيوار 'سنڌ سجاڳ' مخزن کي
ڏني ويندي.]

## سهڻي پبليڪيشن

**الهندو ڪچو، حيدرآباد، سنڌ**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)